كتاب جو نالو : منصور حلاج (هڪ باغي هڪ انقلابي)

مصنف : يونس اديب

سنڌيڪار : خالد چانڊيو

ٽائيٽل : ايوب گاد

ڇاپو : پهريون

اشاعت جو سال : 2001

ڇپائيندڙ : موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي لاڙڪاڻو

ڪمپوزنگ : مقبول احمد ڀٽو

يونيورسل ڪمپيوٽر ڪمپوزرس اينڊ پرنٽرس لاڙڪاڻو

قيمت =/30

"MANSOOR HALLAJ"
By: Younis Adeeb
Translator: Khalid Chandio
Published by: Mohen jo daro Publishing
Agency Larkano. P.O Box No. 72 Larkano.

كتاب ملڻ جو هنڌ

كتاب سپر مارڪيٽ، الرحيم هوٽل جناح باغ روڊ لاڙڪاڻو.

# ارپنا

ان جي نانءَ..........

جنهن مون پر ڪالهه ڪيئي ڦول

ڦلاريا هئا.

خالد چانڊيو

# اداري پاران

سنڌي ٻوليءَ ۾ هوندي به تصوف تي تمام گهٽا ڪتاب موجود آهن ۽ سنڌ ڌرتي تصوف جي فلسفي سان مالامال آهي، خاص ڪري اسان جي صوفي شاعرن جي شاعريءَ جو محور تصوف ئي رهيو آهي. اسان جي صوفي شاعرن تي ڪم به سٺو ٿيل آهي، پر انهن صوفين جي سلسلي مان هڪ عظيم هستي، هڪ انقلاب، هڪ باغي صدا حسين بن منصور حلاج تي ڪم تمام گهٽ ٿيو آهي. اهو ئي منصور حلاج جنهن لاءِ ڀٽ ڌڻي پنهنجي رسالي ۾ ذڪر ڪندي فرمايو آهي ته:

جر ٿر تک تنوار وڻ ٽڻ واٽي هيڪڙي
سي شئي ٿيا سوريءَ سزاوار
هت منصور هزار ڪهڙا چاڙهيو چاڙهين.

اداري ڪوشش ورتي منصور حلاج تي هڪ ناياب ڪتاب جنهن مان سندن جي پوري زندگي، ننڍپڻ کان وٺي جدوجهد ۽ شهادت تائين جو ذڪر آهي، ڪي ڇپرائڻ جو سوچيو. ادارو ان سلسلي ۾ "خالد چانڊيو" جو ٿورائتو آهي جنهن سولي سنڌي ۾ ان ڪتاب جو ترجمو ڪيو جيڪو اصل ۾ "يونس اديب" جو لکيل آهي.

اڳتي به اداري جي ڪوشش آهي ته تصوف جي سلسلي تي تمام سٺا ڪتاب آڻجن. اسان جو تصوف تي ايندڙ ڪتاب امام غزاليءَ جو "مون ۾ آهين تون" آهي. جنهن کي سنڌي ويس پلوڙ شاعر ۽ صوفي منش "ايوب گاد" ڍڪايو آهي. اسان کي اميد آهي ته پڙهندڙن پاران ڀرپور موٽ ملندي.

مظهر ميمڻ

موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي

لاڙڪاڻو

# منظر نامو

دجلي درياهہ جي ڪناري تي ٢۴ ذوالحج جو سج اڀريو تہ بغداد جي "باب خِراسان" ۾ هڪ ٿياس تي "منصور حلاج" لٽڪيل هيو. سندس ڌڙ سسي کان ڌار هيو، هٿ ۽ پير ڪٽيل هيا. فوج ۽ پوليس جو چوڌاري گهيرو هيو. پوليس ۽ شهري حاڪمن وزير داخلہ جو نياپو ملڻ تي منصور حلاج جو منڍي لٿل لاش ٿياس تان هيٺ لاٿو ۽ ان کي تيل ۾ ٻوڙي باهہ ڏني چڏي. لاش سڙي خاڪ ٿي ويو تہ پوليس جي سربراهہ "محمد بن عبدالصمد" جي موجودگي ۾ انهيءَ رک کي دجلي جي لهرن حوالي ڪيو ويو. اهو منصور جي ڪهاڻي جو انجام آهي.

پر اهو انسان جي ڪهاڻي جو آغاز آهي ۽ مان توهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ اهو منصور اهو ئي آهي جنهن جي باري ۾ توهان ضرور ٻڌو هوندو تہ جڏهن ماڻهو منصور کيْ پٺر هٽي رهيا هئا تہ منصور کلي رهيو هيو پر جڏهن "ابوبڪر شبلي" ڪيس گل هنيو تہ منصور دانهن ڪري چيو تہ "مونکي ماڻهن جي پٿرن هڻڻ جو ايڏو ڏک نہ ٿيو جيڏو شبلي جي گل هڻڻ جو ٿيو ڇاڪاڻ تہ شبلي منهن جو دوست آهي"

ان کان سواءِ منصور جو نالو ڦاهي چڙهڻ جي حوالي سان سڄي دنيا جي ادب تي ڇڻ ڇانيل آهي. اردو، پنجابي، فارسي ۽ ٻين ٻولين جي شاعرن صدين کان سندس فڪر ۽ عمل تي حڪايتن ۽ روايتن جا غلاف چاڙهي رکيا آهن.

زماني سندس نالي کي اهڙا اهڙا تہ رنگ ڏنا آهن جو سندس حقيقي رنگ صدين جي پويان لڪل آهي. دانشورن ۽

فلاسافرن منصور کي فلسفو بڻائي ڇڏيو آهي ۽ منصور بحث هيٺ اچي ٿو ته سندس عرفان جون حدون پري پري تائين ڦهليل وڃن ٿيون ۽ جڏهن رياستي اقتدار جي رڪارڊ ۾ منصور کي ڳولهجي ٿو ته ائين ٿو لڳي ته حضرت عيسيٰ وانگر سندس ڪردار ڪشي ۾ به ظلم جي انتها ڪئي وئي آهي.

منهنجي هڪ ڪهاڻيڪار دوست جو سوال پنهنجي جاءِ تي اهميت رکي ٿو ته ويهين صدي ۾ ٽيڪنالاجي جي ترقي جي انتهائي عروج تي اڄ جي انسان لاءِ "منصور حلاج" کي ڄاڻڻ ڇو ضروري آهي؟ پوءِ هو پاڻ ئي ورندي ڏئي ٿو ته "انسان جو انسان هجڻ وارو احساس حاصل ڪرڻ لاءِ هر دور ۾ منصور کي ڄاڻڻ ان لاءِ به ضروري آهي ته هن قرآني سياست جي ان جوهر کي عام ڪرڻ پئي چاهيو ته انسان کي سندس انهن وصفن کان آگاهه ڪيو وڃي، جن جي مدد سان هو انساني عظمت جي حفاظت ۽ پنهنجي تخليق جو مقصد پورو ڪري ٿو، ته جيئن هو نه ڪنهن جو غلام رهي ۽ نه وري ڪنهن پئي انسان کي غلام بڻائي".

"منصور آزادين جو علم بردار آهي، هڪ اهڙي آزادي جيڪا سماجي ۽ معاشرتي سطح تي به بيداغ هجي پر انسان سماجي، معاشي ۽ روحاني طور تي غلام آهي. انهيءَ به رکي غلامي ڪيس پنهنجي جوڙ جڪ ۽ سرجڻ جي مقصد کان بي خبر بڻائي ڇڏيو آهي. اهڙي بي خبريءَ جي ڇپ کي پرزا ڪرڻ لاءِ هڪ الستي نعري جي ضرورت آهي ۽ منصور وانگر ڦاهي کي مرڪي چمڻ لاءِ انقلابي عمل کي حڪايتن ۽ روايتن جي رنگين غلافن کان ٻاهر ڪڍڻ جي ضرورت آهي."

سڀ کان وڏي رنگين حڪايت اها آهي ته منصور اول پيغمبري جي دعويٰ ڪئي ۽ پوءِ "انا الحق" چئي خدا بڻجي ويٺو. اها رنگين حڪايت به ڪردار ڪشي جو هڪ حصو آهي. ڪردار

ڪشي جون به وڏيون عجيب شڪليون آهن ۽ ان جي ماهرن جي خدمتن مان هر دور جا حاڪم، غاصب ۽ مفاد پرست فائدو وٺندا آيا آهن.

حق ۽ انصاف لاءِ جدوجهد ڪرڻ وارن ۽ جان جو نذرانو ڏيڻ وارن انقلابين جي اصل شڪل ۽ روپ کي ڄاڻي ٻجهي لڪايو ويو آهي. اهو ئي ڪجهه منصور سان به ٿيو آهي. خود سندس دور ۾ ۽ ڪانئس بعد واري دؤر ۾ به، ته جيئن غاصب مفاد پرست ۽ ظالم حاڪم سواءِ ڪنهن ڊپ جي رياستي اقتدار تي قابض رهن ۽ عوام جو انقلابي شعور بيدار ٿي نه سگهي.

اچو ته هاڻي تاريخ جي جهروڪن مان ان دور کي ڏسون!!!

• "هي ٽين صدي هجري آهي. اسلام جي روح مٿان بادشاهت جو ڀاڇو آهي. ملڪ فتح ٿي رهيا آهن دولت جي اچ وڃ جاري آهي. سماجي ۽ معاشي زندگي بري طرح متاثر ڏسڻ ۾ اچي ٿي. دانشور، سياسي ماهر، فوجي ڪمانڊر، ديني عالم ۽ رياستي مشينري جا سمورا عهديدار رڳو ۽ رڳو بادشاهه سلامت جا محافظ ۽ مددگار بڻيل آهن."

• "اقتدار عباسي خاندان جي ملڪيت بڻيل آهي پر عوام کي ڌوڪو ڏيڻ لاءِ اقتدار اعليٰ تي قابض ماڻهن ان کي "خلافت" جو نالو ڏنو آهي."

جڏهن ته مسجدن، درسگاهن، ۽ علمي مرڪزن جا پڳهاردار عالم ان کي شرعي حڪومت جو نالو ڏئي، رياستي اقتدار تي قابض گروهه جي پاليسين جي حمايت ۾ گهٽو اگهتي نڪتل آهن.

• "اسلام کي يهودي، نصراني، زردشتي، مانوي، هندوستاني ۽ يوناني تهذيبن جو مرڪب بڻايو پيو وڃي ۽ قرآني سياست جي جيڪا تعبير ۽ تشريح حضرت محمد رسول الله

صلعم جن اسلامي دنيا کي عطا ڪئي آهي، انهيءَ کان ڇاٽي واٽي اڪيون پوتيون پيون وڃن."

• انهن سمورين تبديلين جو واحد مقصد اقتدار جي ذريعي حاصل ڪيل دولت تي قبضو برقرار رکڻ آهي. هڪ لڪل مقصد جي لاءِ مسلمانن جي اوسر ۽ تاريخي ارتقا کي روڪڻ جي لاءِ خفيه طاقتن جا ايجنٽ دين ۾ ملاوٽ ڪرڻ ۾ مصروف آهن. فرد جي سماجي فطرت ۽ معاشرتي نظرئي کي پوئتي رکيو ويو آهي. رياست جي سموري دولت، دولت جي پيداوار ۽ ان جي ورهاست جا اختيار هڪ مخصوص طبقي جي قبضي ۾ آهن. ان جي ابتڙ عوام جي گهٽائي زندگي جي بنيادي ضرورتن کان محروم آهي."

• "علم ۽ فن جا مرڪز خليفي، وزيرن، فوجي ڪمانڊرن ۽ رياستي عملدارن جي ٻارن لاءِ مخصوص آهن. مسجدن ۽ درسگاهن جي سربراهن کي ڳرا وظيفا ڏنا پيا وڃن. هڪ طبقو دولت جي وسيلن سان مالا مال آهي ۽ ٻيو طبقو محرومين ۽ اڻپورن خوابن ڏسڻ ۾ پورو آهي. علم جي وهڪرن تي رياست جو اختيار آهي ۽ حڪومت جا پاليل ماهر ۽ عالم سياست ۽ اقتصاديات کان وٺي دين تائين هر معاملي ۾ مداخلت ۽ هٿ چراند ڪري رهيا آهن"

• "فڪر جي آزادي تي پابندي مڙهيل آهي، نظريه ضرورت هيٺ شرعي معاملن جي پنهنجي مرضي مطابق تشريح ڪئي پئي وڃي. عدالتون خليفي ۽ سندس اقتدار جي محافظن جي مفادن جو بچاءُ ٿيون ڪن. عدليه تي انتظاميه جو ڪنٽرول سخت آهي. فوج ۽ پوليس جا سربراهه ۽ آفيسر، خليفي ۽ سندس ڪابينه جي ميمبرن ۽ انهن جي مٽن مائٽن، دوستن ۽ اقتصاديات تي قابض ماڻهن مان مقرر ڪيا ويا آهن."

• " ٻانهن ۽ ٻانهين جي تجارت (انسانن جي وڪري) تي ڪا

۾ پابندي ڪونهي. پيڙيل طبقن مان غلام ۽ ٻانهيون حاصل ڪري ڪين وڪرو ۽ خريد ڪرڻ جي پوري آزادي آهي. انهن غلامن ۽ ٻانهين کي تربيت ڏيندڙ ادارن جي سرپرستي بالادست طبقو ڪري رهيو آهي. اهي غلام عورتون رنڍين ۽ ناچڻين جي روپ ۾ عوامي هنڌن، خليفن جي محلاتن، عالمن جي حجرن، مالدار ۽ بااثر ماڻهن جي بنگلن، روڊن ۽ رستن تي نظر اچي رهيون آهن."

• "اميرن ۽ وزيرن جي محلاتن تي ٿيندڙ محفلن ۾ شاعرن جا انبوهه نظر اچي رهيا آهن جيڪي سندن (اميرن جي) من پسند ناچڻين جي سونهن ۽ ادائن جي تعريف ۾ پنهنجي فن جا جوهر لٽائي رهيا آهن. انهن ٻانڌين جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ وارن جو ۾ وڏو قدر ۽ قيمت آهي جنهن ڪري فن، ثقافت ۽ جمالياتي شعور تي فحاشي جو غلبو ٿي ويو آهي. سماج تي آزاد خيالي جو زهر پير ڄمائي چڪو آهي."

• "قانون دانن شراب تي چٽي پابندي باوجود "نبيذ" (کجي جو شراب) جي پيئڻ کي جائز قرار ڏئي ڇڏيو آهي جيڪو شراب جي اعليٰ شڪل آهي. سمورو واپار ۽ اقتصاديات يهودين ۽ مجوسين جي هٿ ۾ آهي. يهودين وياج ۽ قرض جو ڄار وڇائي رکيو آهي ۽ رياستي خزاني جو دارو مدار پڻ يهودين جي سيٺ تي آهي جيڪي خلافت جي هٿ هيٺ آيل علائقن جي پيداوار ۽ دستڪارن جي محنت جو استحصال ڪري رهيا آهن."

• "ڍلن ۽ ٽيڪس وصول ڪرڻ جا طريقا ۽ اصول، مقامي فوجي ڪمانڊر ۽ پوليس جا سربراهه جوڙي رهيا آهن. غربت ۽ اميري جي وچ ۾ وڏو مفاصلو آهي ۽ رياستي اقتدار جا پاليل عالم، ماهر ۽ فيلسوف معتزله فرقي جي نظرين جي واڌاري ۾ مصروف آهن جن جو بنيادي مقصد شريعت ۽ عقل ۾ توازن پيدا ڪرڻ ۽ انهن شرعي عملن کي ناقص قرار ڏيڻ آهي جيڪي عقل

جي خلاف آهن."

• "انهيءَ سموري ڍانچي ۽ جوڙجڪ کي برقرار رکڻ لاءِ طاقت جو وحشياڻو استعمال پڻ ڪيو وڃي ٿو. راست باز، سچن ۽ صحيح خيال رکندڙ ماڻهن تي سخت پابنديون آهن. نشرو اشاعت جي ادارن کي سرڪاري ڪنٽرول ۾ رکيو ويو آهي. آزاد خيالي جي نانوَ تي جهالت وارن خيالن جي اظهار تي ڪا به پابندي نه آهي."

• "رڳو ملائيت جي سرپرستي ڪئي پئي وڃي ۽ صوفي تعزير لائق آهن ڪين ملحد، ڪافر ۽ آواڳون (نظريه تناسخ) کي مڃڻ وارو مشهور ڪيو پيو وڃي. متقي ۽ پرهيزگار فرد پنهنجي سماج ۽ حالتن کان تنگ ٿي جبلن ۽ ٻيلن ۾ گوشي نشين ٿي ويا آهن."

• "صوفين جي آستانن جي چوڌاري سرڪاري جاسوسن جا لامارا آهن. اهي عظيم انسان انڊرگرائونڊ لڳا پيا آهن، ڪجهه وري طرحين طرحين الزامن هيٺ گرفتار آهن ۽ مٿن قيد، ڦٽڪا ۽ ڦاهين جون سزائون مسلط ڪيون پيون وڃن. جبر ۽ ڏاڍ جي انهيءَ فضا ۾ هر انسان گهٽ ۽ ٻوسٽ محسوس ڪري رهيو آهي. پيڙيل طبقن ۾ زبردست بيچيني ڏسڻ ۾ پئي اچي ۽ بالادست طبقن خلاف اندرئي اندر ۾ نفرت ۽ بغاوت جي باهه پڙڪا ڏئي رهي آهي."

• "اعليٰ ترين مرتبو رکندڙ صوفين کي ڪورٽن ۾ گهليو پيو وڃي ۽ رياست کي بدترين استحصالي نظام ۾ جڪڙيل رکڻ جي لاءِ هڪ طرف ته خريد ڪيل گروهن جي حمايت جي زور تي سماجي ۽ معاشرتي ڍانچي تي تنقيدون ڪندڙن کي عوام کان پري رکيو پيو وڃي ۽ ٻئي پاسي ڪجهه اصلاح پسند ڌرين کي مطمئن ڪرڻ لاءِ انهن جي اڳواڻن کي حرص ۽ لالچ جي معرفت خريد ڪيو

پيو وڃي. عوام جي اڪثريت شهرن جي ٻوٽتي پيل حصن ۾ آباد آهي جن جي روزي جو دارو مدار رڳو جسماني محنت ۽ دستڪاري تي آهي اهي علائقا غلامن جي وسندين جو منظر پيش ڪري رهيا آهن."

• "اسلام جي آزادي ۽ مساوات واري پيغام کي لڪايو پيو وڃي ۽ يهودي سرمائيدار پنهنجي گماشتن جي معرفت اسلامي معاشري تي پنهنجي گرفت مضبوط رکڻ لاءِ نيون نيون سازشون ڪري رهيا آهن ۽ رسول ڪريم ﷺ جي تعليم جي خلاف سازشن کي بي نقاب ڪندڙن ۽ پيڙيل انسانن کي جاڳائڻ ۽ منظم ڪرڻ جي جدوجهد ڪندڙن کي رياستي مشينري ذريعي ختم ڪرائي رهيا آهن."

• "الاهيات، فقه، لسانيات ۽ فلسفي تي رياستي اقتدار جي مضبوط ڇاپ آهي. اهو منظر ڦهلجندو پيو وڃي ۽ رياستي مشينري جي جبر، ڏاڍ ۽ عوام دشمن پاليسين جي نتيجي ۾ جيڪي انتها پسند رجحان ۽ لاڙا رکندڙ تحريڪون ابري رهيون آهن انهن ۾ "قرامطہ" جي تحريڪ جون پاڙون پري پري تائين ڦهليل آهن."

• "قرامطہ" جي تحريڪ ان دور جي عوام دشمن سماجي ۽ اقتصادي روين جي انتقامي صورت آهي جنهن کي پيڙهيل طبقن جي لاشعوري حمايت حاصل آهي. ان تحريڪ سان وابسته ماڻهن نه رڳو ملوڪيت جي پاڇي هيٺ اسرندڙ تهذيب ۽ ثقافت کي رد ڪري ڇڏيو، بلڪ اسلام جي قرآني تعليمات جي ڪجھ بنيادي نڪتن تان پڻ ڦري ويا."

• "اسلام جي پيدائش سان وجود ۾ اچڻ واري "قرآني سوسائٽي"، جنهن کي جوڙ جڪ ۾ آئي اڃان ٻه صديون مس گذريون هيون، بالادست طبقن ۽ اقتدار پرستن جي سازشن سان

جيڪا صورت اختيار ڪري وئي، اها پنهنجي معروضي حالتن جي آئيني ۾ هڪ زوال واري حالت ۾ نظر اچڻ لڳي. جيئن اهي قومون هيٺين ٿي ويون جيڪي نيڪي ۽ سچائي جي نمائندگي ڪن پيون."

"اها ئي اها صورت حال آهي جنهن ۾ "منصور" جي شخصيت، جدوجهد، نڪته نظر، فڪر ۽ عمل جي جوڙجڪ ٿي آهي. "منصور" کي انهن تاريخي حقيقتن جي منظر ڪان جدا ۽ پاسيرو ڪري سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تصوف جي استادن جي راءِ موجب "حسين بن منصور" ڪا تڪراري شخصيت نه آهي پر سڄي تصوف جي تاريخ ۾ ڪا به ٻي اهڙي شخصيت ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿي اچي جيڪا ائين ڊرامائي انداز ۾ سامهون آئي هجي ۽ اهڙي نموني دنيا جي ادب جو موضوع بڻي هجي، جيئن "حسين بن منصور" فنونِ لطيفه تي ڇانيل آهي.

" سيني عالمگير پولين ۾ "منصور حلاج" هڪ مستقل موضوع آهي ۽ متس تحقيق جو سلسلو اڄان تائين جاري آهي. ڇڻ "منصور حلاج" فڪر جي گهرائي جو هڪ اونهو ڳجهه ۽ اسرار آهي. ايشيا ۽ يورپ ۾ "منصور حلاج" جي مقبوليت جو سج اڄان تائين آب ۽ تاب سان آسمان ۾ چمڪي رهيو آهي. ويجهي ماضي ۾ مغربي محققن آربري، نڪلسن، ماسينيون سميت علامه اقبال ۽ ٻين ڪيترن ئي "منصور حلاج" بابت پنهنجي پنهنجي فڪر جي پرواز ڪئي آهي. "منصور حلاج" جي قرباني هڪ مستقل ۽ لڳاتار عنوان آهي ۽ يقين ٿو ڪجي ته اڄ تائين "منصور حلاج" جتي پنهنجي شخصيت ۽ فڪر جي حوالي سان اهلِ نظر جي لاءِ تحقيق جو مرڪز بڻيل رهيو آهي اتي وجود جو اعلان ڪرڻ وارن جي لاءِ حوصلو وڏائڻ جو ذريعو پڻ بڻيل رهندو."

"اڻ ڳڻين داستانن جو مرڪزي خيال "حسين بن منصور

حلاج" شايد ان لاءِ تڪراري آهي جو ڪيس، سندس زماني جي رياستي اقتدار رد ڪري ڇڏيو هيو. يا ان لاءِ تہ سندس شخصيت ۽ فڪر تي راز ۽ ڳجهہ جو پردو رکي پراسرار بڻايو ويو آهي پر ڪنهن بہ رخ ڪان سندس عظمت گهٽ ڪو نہ ٿي ٿئي. هو تاريخ جي چوليون هٿندڙ سمنڊ ۾ هڪ ٽڪري وانگر بيٺل نظر اچي ٿو. هڪ سچي صوفيءَ وانگر جانب جي جلوي ۾ گم ۽ هڪ باغي جي حيثيت ۾ وجود جي مڃتا لاءِ جدوجهد ڪندي نظر اچي ٿو. پنهنجي ٻنهي حالتن ۾ هو هڪ سچو ۽ کرو انقلابي آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس ٻنهي حالتون ذات جي اظهار ۽ اعلان واري مرحلي سان هم آهنگ آهن ۽ "حسين بن منصور حلاج" جي سچي حياتي "اعلان ذات" جي رت ڳاڙيندڙ جدوجهد جي اهڙي ڳالهہ ٻڌائي ٿي، جيڪا هڪ اهڙي شخصيت جي تڪميل جي وکريل نقطن جو راز آهي جن کي ملائڻ جي ڪوشش ۾ انسان پاڻ ڪيترن ئي رازن جي جار ۾ گم ٿي پاڻ بہ راز بڻجي ويندو آهي."

تازو ئي "منصور حلاج" بابت ڪجهہ مغربي محققن اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ هو امام مهدي جي ظهور جو دليل آهي ۽ حضرت عيسيٰ جي مصلوب ٿيڻ جو پڙاڏو آهي. سندس ڪيس ۽ شهادت حضرت مسيح عليہ السلام جي شهادت سان مشابهت رکي ٿي. جڏهن تہ "حلاج" مسيح جي واپسي جي اوسيئڙي ۾ آهي ۽ سندس انتظار ان جي شخصيت ۽ ڪردار مان چڱي ريت ظاهر آهي. ان لاءِ اهي دليل ڏين ٿا تہ "منصور حلاج" "تستر" جي "مجوسين" جي آتش ڪدي ۾ مسيح عليہ السلام جو نالو وٺي وسائل باهہ ٻاري ڇڏي هئي. اهو واقعو "سبت النور" دوران پاڪ آچر واري ڏينهن پيش آيو، جڏهن عيسائين جو هڪ فرقو حضرت مسيح جي شهادت تي ماتم طور باهہ وسائي ڇڏيندو آهي.

"ٻئي پاسي انگريز محقق "نڪلسن" لکي ٿو تہ

"حلاج" پنهنجي سنجيدگي ۽ غور فڪر ۾ ايترو پري هليو ويو هيو جو سندس لاءِ پنهنجي ضمير سان ٺاهه ڪرڻ ممڪن نه رهيو هيو. ان ڪري هن مسلمانن جي دين ۽ سياست جي عمومي اقتدار خلاف هڪ اهڙو شخصي اقتدار ڪڙو ڪيو جيڪو هڪ صوفي کي سڌي ربت خدا جي ذات مان حاصل ٿئي ٿو"

اهڙي قسم جي اڻ ڳڻين خيالن ۽ تجربن جي آئيني ۾ "حسين ابن منصور" اجان به پراسرار نظر اچڻ لڳي ٿو. سندس شخصيت جي وکريل نقطن ۾ پکڙيون نقطو اهو منظر آهي جنهن ۾ "منصور حلاج" هن ڪائنات جي اسٽيج تي انتهائي معمولي فرد جي حيثيت ۾ ظاهر ٿئي ٿو ۽ اج کان هزار ورهيه اڳ جڏهن بغداد جي اسلامي خلافت پنهنجي شان شوڪت سان موجود هئي. نين نين فتحن سان اسلامي حڪومت ڦهلجي رهي هئي ۽ بغداد ۾ نون نون علمن جو زور هيو. متصادم ۽ مختلف، نظريا ۽ خيال، علمي، ادبي ۽ ديني ڌرين ۾ رنجشن جو باعث بڻجي رهيا هئا ۽ نظرياتي بحث هلي رهيا هئا.

هڪ طرف مالي خوشحالي جو زور هيو ته ٻئي طرف عرب ۽ ايراني سرحدي علائقن ۾ هيٺين طبقن جون محروميون هيون ۽ سماجي اڻبرابري جا ستايل ماڻهو غربت جي زهر جا ڍڪ پري رهيا هئا. شريعت ۽ طريقت جي مامرن ۾ دين جا عالم ۽ چاٽو پرپور اختلافن جو شڪار هئا. اسلامي نظرئي جي وحدت مختلف ڌڙن ۾ ورهايل هئي. اهڙي صورتحال ۾ عباسين جي اقتدار واري دور جو ديني، سماجي، سياسي ۽ اقتصادي پس منظر پڻ منصور حلاج جي شخصيت جي پيدائش، اوسر ۽ جدوجهد جي مختلف مرحلن ۾ سندس ذات ۽ فڪر تي اثر انداز ٿيندي نظر اچي ٿو.

# "پيدائش ۽ تصوف جي حالات"

"حسين بن منصور حلاج" سن ٢۴۴هجري جي لڳ ڀڳ "بيضا" شهر جي اتر اوڀر ۾ هڪ ڳوٺ "طور" ۾ پيدا ٿيو. "طور" "شيراز" شهر کان ست (٧) ميل پري هيو. اتان جي رهاڪن جي ٻولي عربي هئي. سندن رهڻي ڪهڻي ٻين ڳوٺن ۽ شهرن جي رهاڪن کان مختلف نہ هئي جن تي "بيضا" شهر جي حالتن جو اثر هيو. (جڏهن تہ منصور جي مادري ٻولي فارسي هئي)

"بيضا" جو شهر بصري کان خراسان تائين ڇرپر ڪندڙ عباسي خلافت جي فوجن جي ڇانوڻي هيو. بصري کان خراسان تائين هڪ پٽي جي شڪل ۾ بني حارث جي يمني غلامن جون وسنديون هيون. جن جي سماجي ۽ معاشي زندگي انتهائي خراب هئي. سخت محنت ۽ غربت سبب بک ۽ جهالت سندن مقدر بڻيل هئي.

کاڌ خوراڪ ۽ روزگار جي گهٽتائي سبب غلامن جون اهي وسنديون سخت بيچيني ۾ هيون ۽ شهري سهوليتن کان محرومي کين گهڻو پوئتي ڌڪي رکيو هيو. اهي قبيلا دارلحڪومت بغداد ڏانهن ويندڙ قافلن تي حملا ڪندا ۽ ڦرلٽ ڪندا رهندا هئا ۽ اناج انهن قافلن کان ڦرلٽ ۾ حاصل ڪندا هئا.

سرحدي شهر هجڻ سبب "بيضا" مرڪزي حڪومت جي نظرن ۾ بہ هوندو هيو ۽ بصري کان خراسان ويندڙ قافلن کي ڦريندڙ قبيلن جي پناهہ گاهہ بہ بڻيل رهندو هيو، جن تي فوج حملا

۽ ڪندي رهندي هئي ۽ اهڙن واقعن سبب "بيضا" ۾ ڪيترائي ڏينهن ڪاروبار بند رهندو هيو، جنهن ڪري ماڻهو شهر ڇڏي هليا ويندا هيا. سرڪاري فوجن ۽ هٿين خالي عوام ۾ جهڙپون شروع ٿي وينديون هيون ۽ مرڪزي فوجي ڪمانڊر ڪيترائي ڏينهن "بيضا" ۾ هيڊ ڪوارٽر ٺاهي ويهندا هئا.

"حسين بن منصور حلاج" جو پيءُ جيڪو (پڃارو) ڪپهه صاف ڪندڙ ڪاريگر هيو، امن ۽ روزگار جي ڳولها ۾ پنهن جي ننڍڙي پٽ "منصور" کي ساڻ ڪري "طور" مان "نساجي"(1) علائقن ۾ "واسط" شهر ۾ لڏي آيو.

منصور جو پيءُ جيڪو پر امن ماحول جي خواهش ۾ "واسط" لڏي آيو هيو، اهو محنت مزدوري ڪرڻ لاءِ صبح سان ئي گهران نڪري ويندو هيو ۽ ننڍڙي منصور کي ارامي نسل جي ڳوٺاڻن پاڙيسرين جي گهر ۾ ڇڏي ويندو هيو. سندن رهائش واسط شهر جي ڀراڙي وارو علائقو هيو. انهيءَ وسندي ۾ غالي شيعه، اهل سنت ۽ حنبلي فرقي کي مڃيندڙ رهندا هئا.

جڏهن منصور ٿورو هوش سنڀاليو ته ڳوٺ مان نڪري واسط شهر جي هنگامن ۾ شامل ٿي ويو. گهمڻ ڦرڻ دوران ڳوٺ ۽ شهر جو تضاد سندس ذهن تي شديد نموني اثر انداز ٿيو ۽ هو گهڻي ڀاڱي خيالن ۾ گم رهڻ لڳو. واسط جا رهاڪو ڪجهه عرصي ڪان پوءِ خاموش، جهڪيل نيڻن ۽ ڪنهن اڻڄاتل سوچ ۾ ٻڏل رهندڙ منصور کي ڇڱي ريت سڃاڻڻ لڳا.

هلڪي چال ۽ بيچين صورت واري منصور هڪ ڏينهن پنهنجو پاڻ کي قرآني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ واسط جي مشهور "دارالحفاظ" جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ٻارنهن سالن تائين "دارالحفاظ" سان وابسته رهيو. ان وچير منصور پنهنجي ذات جي

سماجي تحفظ کان بہ بي نياز ٿي ويو. اداري مان کيس جيڪڏهن ڪاڻ پيٽ جي لاءِ ڪجهہ ملي ويندو هيو تہ ڪائي وٺندو هيو نہ تہ بک ۽ اڃ کان بي نياز قرآني رمزن جي معنيٰ ۾ ٻڌل رهندو هيو.

چيو وڃي ٿو تہ منصور ٻارنهن سالن جي عمر ۾ ٿي ان حقيقت کي ڄاڻي ورتو هيو تہ رڳو قرآني رمزن جي معنيٰ ئي انسان کي ذاتِ خداوندي جو عرفان عطا ڪري سگهي ٿي. منصور کي ان عمل ۾ بہ عربي ٻولي تي عبور حاصل هيو. جيتوڻيڪ سندس مادري ٻولي فارسي هئي. ذات جي بحران جي بيچيني جي ردعمل ۾ هن پنهنجي خاندان سان لاڳاپو پڻ ختم ڪري ڇڏيو ۽ اندروني ڇڪتاڻ کان مجبور ٿي "تسَتر" شهر هليو آيو.

شهر "تسَتر" ۾ ان وقت جي مشهور صوفي استاد حضرت "سهل بن عبدالله تسَتري" جي حلقي ۾ شامل ٿي ويو. حضرت سهل بن عبدالله تسَتري سندس روحاني تربيت لاءِ کيس "اربعين ڪليم" حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر چلو ڪاٽڻ سيکاريو ۾ منصور جي اندروني ڇڪتاڻ گهٽ نہ ٿي، هن پنهنجي ڪيفيتن ۽ قلبي وارداتن جي اظهار جي لاءِ جيڪو طريقو اختيار ڪيو، اهو انتهائي اعتراض جوڳو سمجهيو ويو. منصور جوش ۽ جذبي کان مجبور ٿي اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو جيڪي رائج الوقت شرعي ۽ مذهبي قانونن جي خلاف هيون.

"حضرت سهل بن عبدالله تسَتري" سندس اصلاح ڪرڻ گهري پر منصور حلاج کانئس علحدگي اختيار ڪري ورتي ۽ بصري ۾ اچي حضرت حسن بصري جي مدرسي ۾ شموليت اختيار ڪئي. ان وقت بصري شهر کي بہ تصوف جي مدرسي (School of thought) واري فڪري حيثيت حاصل هئي.

محققن جي راءِ ۾ بصري جي صوفين جنهن دنيا ۾ پٺي

گهاريو، اها سوالن ۽ شڪن جي دنيا هئي. ٿوري ۽ مجوسيہ فڪر سان لاڳاپا رکندڙ پنهنجن پنهنجن مسلڪن تي ڄميل هئا ۽ پنهنجي تحقيقن ۽ نتيجن کان تہ جيترو بہ پوئتي هٽڻ لاءِ تيار نہ هئا. بصري جي فضا فڪر جي آزادي تي ٻڌل ۽ منصور جهڙن ماڻهن لاءِ انتهائي سازگار هئي.

بصري ۾ منصور حلاج "حضرت عمرو مڪي رحمة الله عليه سان لاڳاپو قائم ڪيو جيڪو ان اصول تي ڪاربند هيو تہ حقيقت الاهي جي رازن کي فاش ڪرڻ هڪ بدعت ۽ غلط حرڪت آهي. هڪ دفعو حضرت عمرو مڪي قرآن شريف ۾ ڪنهن آيت جي تلاوت ڪري رهيو هيو تہ منصور حلاج رڙ ڪئي "اهڙو ڪلام تہ مان بہ ڳالهائي سگهان ٿو". ان تي حضرت عمرو مڪي سخت ڪاوڙيو ۽ سندس تعليم ۽ تربيت کان بہ هٿ کڻي ويو.

بعد ۾ منصور حلاج پاڻ ئي تصوف جو خرقو پاتو ۽ "ام الحسين بنت يعقوب اقطع بصري" سان شادي ڪيائين جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي. حضرت عمرو مڪي سندس شادي واري عمل تي پڻ ڪانئس سخت ناراض ٿيو ۽ حلاج بصري شهر جي هڪ ٻئي محلي "تيم" ۾ رهائش اختيار ڪري ورتي. اهو علائقو ڪربنائي قبيلي جي غلامن جو علائقو هيو. جيڪي سياسي لحاظ کان "زيديہ زنج" واري بغاوت ۾ شريڪ رهيا هئا ۽ انهن مٿان سدائين رياستي فوجن جا ڇاپا ۽ راتاها لڳندا رهندا هئا. اهو محلو مجموعي طور تي وڳوڙين ۽ باغين جو ڳڙهہ هيو ۽ سدائين بصري مٿان اقتدار ڪندڙ گروہ جي نظرن ۾ رهندو پئي آيو.

رياستي اقتدار تي قابض ٽولو منصور حلاج جي سرگرمين کي گهري نظر سان ڏسي رهيو هيو. منصور حلاج، ڪربنائي

غلامن کي پنهنجي الهامي لهجي ۽ آواز سان وجود جو احساس پئي ڏياريو. سندس لهجو حنبلي مکتبہ فکر جي سياسي ۽ مذهبي اڳواڻن جي حکومت خلاف تاڻندڙ تحريک جي توانائي بنجڻ لڳو. جنهن جو مقصد رياستي اقتدار کي يهودي سرمائيڪارن کان پاک کري اسلامي اخوت ۽ ڀائپي جي نظرئي تي ٻڌل غير طبقاتي سماج قائم ڪرڻو هيو.

منصور جو اهو نظريو نوجوانن ۾ تيزي سان ڦهلجي رهيو هو ته جڏهن اسلامي ڀائپي جي نظرئي سان طبقاتي فرق ۽ رنگ نسل جا فرق ختم ٿي رهيا آهن ته فرد جي انفراديت، شخصيت ۽ حقانيت کي رد ڪرڻ جو اختيار ڪنهن کان حاصل ڪيو ويو آهي ۽ جڏهن رسولِ عربي صہ جي پيغام، انسان کي سندس خالق سان ڳنڍي ڇڏيو آهي ته پوءِ ٻيا واسطا ڪتان پيدا ٿيا آهن. جن فرد کي دين ۽ سياست جي مشينري جو هڪ پرزو بڻائي ڇڏيو آهي، جڏهن ته انسان سڄي ڪائنات جو ايڏو اهم جزو آهي جو سندس وجود کي خود ذاتي تعاليٰ جو مظهر تسليم ڪيو وڃڻ گهرجي.

پنهنجي فکر ۽ عمل سان منصور حلاج اسلام جي آزادين واري درس ۽ مساوات جي پيغام جي علامت بڻجي ويو هيو ۽ ٻئي طرف سندس مطالبا ته ناکن ۽ محصولن جا ٺيڪا يهودين کان واپس ورتا وڃن. ٽيڪس ۽ خراج وصول ڪرڻ جي پاليسين کي تبديل ڪيو وڃي، رياستي اقتدار مان بالادست طبقن جي اثرن کي گهٽ ڪيو وڃي ۽ غلامن کي سماجي ۽ معاشي حق ڏنا وڃن، پيڙهيل طبقن ۾ سندس اهي مطالبا گونجڻ لڳا.

بنو عباسيہ دور جي ان نام نهاد سوسائٽي جي اها ٽي صحيح صورت هئي، جنهن کي رجعت پسند ملا اسلام جي عظيم

الشان سلطنت جو نالو ڏئي تاريخ کي پوئتي ڌڪيندو رهيو آهي.
٢٦٥هجري ۾ زيديہ زنج جي مسلح جدوجهد ۽ بصري جي غلامن ۾ بيداري جي لهر ملوڪيت جي پاڇي ۾ واڌ ويجهہ ڪندڙ بدڪار ۽ استحصالي سماج جون پاڙون ڌوڏي وڌيون هيون. جنهن سبب رياستي اقتدار، ترڪ سلجوقي ڪماندرن جي مدد سان جدوجهد کي بغاوت جو نالو ڏئي بري طرح ڪچلي ڇڏيو، وڏي پيماني تي خونريزي ٿي ۽ بيدردي سان عوام جو خون وهايو ويو.

اهو منظر بہ وڏو دل ڏاريندڙ آهي تہ بصري جي غريب ماڻهن جي جدوجهد جو زور ٽٽڻ کان سنت پوء، مقامي گورنر پاران منصور حلاج جي گرفتاري جو حڪم ڏنو ويو ۽ ڪيس سواء ڪيس هلائڻ جي جيل حوالي ڪيو ويو. منصور جي حامين ۽ مداحن کي ديڇاريو ۽ ڌمڪايو ويو ۽ جدوجهد جي خاتمي تائين بصرو فتح ڪيل علائقي جو منظر پيش ڪندو رهيو.

فوج ۽ پوليس عوام تي طرحين طرحين ظلم ڪيا ۽ فوجين شرپسندي جي الزام هيٺ عوام جو مال متاع ۽ قيمتي شيون رشوت ۽ تحفن جي صورت ۾ کائڻ ڪسي ورتيون. بغاوت ۾ حصو وٺڻ وارن کي شهر جي چونڪن تي سيني جي سامهون ڦاهيون ڏنيون ويون. دهشت ۽ قرلت سبب ڪيترائي ڏينهن بصري واسي هيسيل رهيا.

ان وچير هڪ خاص منصوبي هيٺ منصور حلاج جي شخصيت ۽ فڪر کان عوام کي پري رکڻ لاء اها مهم هلائي وئي تہ منصور حلاج جا مذهبي عقيدا شريعت جي ابتڙا آهن. هو رمضان المبارڪ جا روزا تہ سيئي رکي ٿو پر عيدالفطر جي ڏينهن تي ڪارا ڪپڙا پائي ٿو ۽ سندس خيالن مان شرڪ جي بوء اچي ٿي.

اهل سنت سان سندس رابطن کي ختم ڪرڻ لاءِ "غالي شيعن" (شيعن جو هڪ فرقو) سان منصور جو نظرياتي رشتو ثابت ڪرڻ لاءِ هٿ ٺوڪيا افسانا مشهور ڪيا ويا. "غالي شيعن" جو هڪ گروهه انهن ڏينهن ۾ "ارقاءِ" جي آسپاس عباسي فوجن جي خلاف گوريلا جنگ ۾ مصروف هيو ۽ رياستي اقتدار تي قابض گروهه جو فائدو ان ۾ هيو ته "غالي شيعن" جي گوريلا ڪاروائين جي سلسلي ۾ اهل سنت جي حمايت حاصل ڪن. ان سبب منصور کي اهل سنت کان الڳ ڪرڻ ۾ رياستي مشينري ڪو به موقعو هٿ مان وڃڻ نه ڇڏيو.

منصور سان اهل سنت جي عالمن جو هڪ وفد سرڪاري هدايت تي جيل ۾ مليو ۽ کانئس سوال ڪيائين ته "جڏهن هو اهل سنت جي مسلڪ جو پوئلڳ آهي ته پوءِ عيدالفطر تي ڪارا ڪپڙا ڇو ٿو پائي."

اهل سنت جي سرڪاري وفد ٻاهر اچي منصور حلاج جو اهو جواب عوام کي ٻڌايو ته منصور ان لاءِ عيدالفطر تي ڪارا ڪپڙا پائي ٿو ته ڪارو ڪپڙو ئي بدڪردارن جي شان مطابق آهي.

فوجي ڪاروائي جي خاتمي کان پوءِ جڏهن عوام کي دٻايو ويو هيو ۽ فوجون امن امان جي بحالي کان پوءِ بصري کان واپس هليون ويون. پر بصري شهر جي سماجي ۽ معاشي زندگي جو سڪون هڪ عرصي تائين درهم برهم رهيو.

امن امان جي بحالي جي ڪجهه عرصي کان پوءِ منصور حلاج کي پڻ آزاد ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ هڪ روايت اها به آهي ته منصور هڪ رات جيل مان ڀڄي ويو، جڏهن ته طاقتور روايت اها آهي ته کيس بغاوت جي الزام کان بري ڪيو ويو هيو. ان کان

پوءِ هو بصري کان بغداد هليو آيو.

منصور حلاج جڏهن بصري کان بغداد پهتو ته اها خبر به بغداد ۾ ڦهلائي وئي ته منصور پنهنجي مرشد عمرو مڪي جون چند خفيه لکيتون چورائي ڪٺي آيو آهي ۽ جنهن به اهي لکيتون پڙهيون ته ان کي قتل ڪيو ويندو. انهن لکيتن جو نالو "گنج نامو" بيان ڪيو ويو آهي.

منصور حلاج بغداد ۾ اوپرو هيو ۽ شاندار عباسي خلافت جو گادي وارو هنڌ هجڻ سبب بغداد جون گهٽيون ۽ محلات ته خوشحالي جي جهلڪ ڏيکاري رهيا هئا. پر بغداد جي پسگردائي واريون وسنديون ۽ علائقا بدترين غربت جو منظر پيش ڪري رهيا هئا. دربار خلافت ۽ سرڪاري ادارن سان وابسته اهلِ علم ۽ دانشور آرام ۽ آسائش جي زندگي بسر ڪري رهيا هئا پر ان جي ابتڙ تصوف جا ادارا ۽ خانقاهون عتاب هيٺ هئا. "معتزله" فرقي کي رياستي اقتدار جي سرپرستي حاصل هئي. جڏهن ته صوفين مٿان الزام لڳايا پئي ويا ته اهي وهم پرستي ۽ وحدت الوجودي نظرين جو پرچار ٿا ڪن. شريعت جي نالي ۾ عوام اندر سندن برپور ڪردار ڪشي ڪئي پئي وئي.

تصوف خلاف رياستي اقتدار جي ڏاڍائي واري رويي صوفين کي وڏي حد تائين احتياط پسند بڻائي ڇڏيو هيو ۽ اهي تصوف جي تعليم خفيه ۽ لڪل جاين تي ڏيڻ لڳا هئا.

پر ان جي باوجود به ڪين گرفتار ڪري ڪورٽن ۾ گهليو پئي ويو. پروپئگنڊا ۽ پبلسٽي سبب عام راءِ جو هڪ حصو پڻ سندن خلاف هيو.

صوفين خلاف انهيءَ سموري ڪاروائيءَ جو بنيادي مقصد شخصي اقتدار جي مقابلي ۾ عوامي اقتدار جي اپرندڙ رجحانن

ڪي ڪچلڻو هيو. ڇاڪاڻ ته صوفين جي تعليم سڀ کان اول انسان کي انسان هجڻ جي ڄاڻ ۽ شعور ڏئي ٿي ۽ هوننن به عيش عشرت ۽ هرقسم جي غير اخلاقي حرڪتن کان نفرت ڪرڻ وارو طبقو صوفين جي زاهدانه ۽ راهبانه زندگي کان متاثر هيو.

ان کان سواءِ علمي ۽ ديني سطح تي حاڪم طبقي جا هم آواز گروهه بغاوتن ۽ شورشن جا سمورا الزام به صوفين تي مڙهي ڇڏيندا هئا. صوفي رياستي عذاب کان بچڻ لاءِ عام طور تي سياسي گروهن کان پڻ پاسيرا رهندا هئا. ان مان اهو اندازو لڳائڻ مشڪل نه آهي ته حاڪم قوتون صوفين کان ڪيترو نه ڊنل هيون، جو هر وقت ڪنهن نه ڪنهن صوفيءَ خلاف عدالتي ڪاروائي جاري رهندي هئي.

سماج جي ڏاڍائي جي نتيجي ۾ وجود ۾ اچڻ واري "قرامطه" جي تحريڪ جيڪا معاشري جي رائج الوقت قانونن کان انتهائي نفرت جو نتيجو هئي. حڪومت جي نظر ۾ صوفي به انهيءَ انتهاپسندانه تحريڪ جو حصو هئا. جنهن هميشه حڪومت کي ڏڪڻيءَ ۾ رکيو. پر صوفين جو "قرامطه" سان ڪو به لاڳاپو نه هيو ڇاڪاڻ ته سندن عقيدا ۽ نظريا بلڪل مختلف هئا.

صوفين خلاف حڪومت جي سموري ڪاروائي سياسي هئي ۽ اهي صوفي ئي هيا. جن اسلامي شريعت ۽ طريقت جو ٻاهرين اثرن جي مقابلي ۾ دفاع ڪيو. ڇاڪاڻ ته بادشاهت جي نتيجي ۾ اسلام جي روحاني قدرن ۽ اخلاقي سرمائي تي منظم طريقن سان حملو ٿي رهيو هيو. ان ڪري رياستي اقتدار تي قابض ٽولو جنهن اسلام جي نالي تي آمريت مڙهي ڇڏي هئي، صوفين جي خانقاهي نظام کي پنهنجي استحصالي ۽ ڦرلٽ واري نظام جي راهه ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ پئي سمجهيو.

صوفين جو خانقاهي نظام نج عوامي نظام هيو. سماجي ۽ معاشرتي اڻبرابري ۽ استحصالي پاليسين جي ستايل عوام جي لاءِ هڪ وڏي پناهه گاهه هيو. مجبورن محڪومن، بيمارن ۽ پنهنجي سماج جي ظالماڻي نظام جي ستايل انسانن کي صوفين جي آستانن ۽ خانقاهن تي نه رڳو پيار ۽ شفقت ملندي هئي بلڪ خودڪار نظام هيٺ قائم ڪيل لنگر خانن مان بکايلن کي ماني به ملڻ لڳي هئي. جيڪا ڳالهه رياست لاءِ پڻ خطرناڪ هئي.

اسلام جي بالادستي سان يهودين جي اقتصادي بالادستي ۽ وياج جي نظام کي سخت ڌڪ رسيو هيو، اهي اندر ئي اندر ڪاٽ هڻي رهيا هئا. ايراني تهذيب جا عاشق پنهنجي تهذيبي روايتن کي عرب صحرائي تهذيب مٿان حاوي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. تهذيب ۽ ثقافت، علم ۽ فن مطلب ته هر سطح تي اسلام جي بنيادن تي حملا جاري هيا ۽ منطقي طور تي انهن مختلف قوتن جو گڏيل نشانو صوفي ئي هيا ڇاڪاڻ ته تصوف جو مورچو انهن جي لاءِ خطري جي گهنٽي هيو.

رياستي ادارن هٿان ڪيترن ئي عظيم صوفين کي ذلت ۽ رسوائي جو منهن ڏسڻو پيو. زانين، شرابين، منافعي خورن ۽ استحصالين کي رياستي مشينري جو بچاءُ حاصل هيو. فحاشي جي اڏن ڏانهن انتظاميه جي اک بند هئي ۽ نه وري مختلف شين جي ذخيره اندوزي ڪندڙن يهودي وياج خورن کي انتظاميه کان ڪو خطرو هيو.

ان جي ابتڙ هڪ نه ٻئي ڏينهن صوفين جي آستانن تي ڇاپا لڳندا هئا. رنڊين جي تربيت ڪرڻ وارا بازارن مان عزت سان گذرندا هئا، پر صوفين کي سر بازار ذليل ڪيو ويندو هيو. ڪين ٽُڪا هنيا ويندا هئا. عشق الاهي جي ڏوهه ۾ ڪين ڪيسن سان

منهن ڏيٺو پوندو هو.

تاريخ ۾ اهو الميو به موجود آهي ته "حضرت جنيد بغدادي رح" جهڙي جليل القدر صوفي کي به ڪورٽ مان سمن جاري ڪيا ويا. چيف سيڪريٽري جي عهدي جيتري هڪ سرڪاري علمدار "حضرت سمنون رح"، تي هڪ فاحشه عورت ذريعي بدڪاري جو الزام هنيو ويو. چيف جسٽس صفائي جي گواهن جا بيان ٻڌڻ کان سواءِ فيصلو ٻڌائي ڇڏيو ۽ "حضرت سمنون رح" کي موت جي سزا ڏني وئي.

مشهور صوفي "حضرت ابن الڪرنبي رح" کي جڏهن پوليس پڪڙڻ آئي ته هن چرياڻپ جي اداڪاري ڪئي ۽ جيل وڃڻ کان بچي ويو. اهي ئي حالتون هيون جن ۾ بغداد جا صوفي انڊر گرائونڊ هليا ويا هئا ۽ علمي مسندن تي زر خريد عالم ويٺل هئا، جن جو ڪم رياستي اقتدار جي پاليسين کي عين اسلام جي روح مطابق ثابت ڪري حاڪمن جي علم ۽ تخت جي حفاظت ڪرڻ هيو.

بغداد ۾ منصور جي داخل ٿيڻ سان ئي ڪيس سڀ کان اڳيرانهن اختلافن سان منهن ڏيٺو پيو، جيڪي سندس بغداد اچڻ کان اڳ ئي ديني ۽ علمي حلقن ۾ بحث هيٺ اچي چڪا هئا. بغداد جنهن جي شان شوڪت، علمي مدرسن ۽ نظرياتي بحثن جا داستان ملڪان ملڪ مشهور هئا، منصور اتي ٻيهريون دفعو آيو هيو. منصور سڀ کان اول صوفين سان ملاقاتون شروع ڪيون. علمي ۽ ديني مجلسن ۾ وڃڻ شروع ڪيو. عالمن سان مختلف مسئلن تي گفتگو ڪئي ۽ ٿورڙي ئي وقت ۾ منصور بغداد جي علمي ۽ ديني حلقن جو موضوع بڻجي ويو.

سندس خيالن جي بلند پرواري، تڪڙ ۽ تيزي هڪ مسئلو

ٻڌجي وئي. جيڪا ڳالهه عالم ۽ صوفي گهمائي ڦيرائي ۽ اٿسڏي ڳوڻي چوندا هئا، منصور، اهو سڀ ڪجهه سيني جي سامهون ۽ جيئن جو تيئن ڦهڪائي ڏيندو هيو. محقق لکن ٿا ته بغداد ۾ جنهن پهرئين صوفي منصور حلاج جي نڪته نظر سان اتفاق ڪيو، اهو "ابو بڪر شبلي" هيو. جنهن الوهيت، ڪائنات، مخلوق ۽ روح جهڙن معاملن تي منصور حلاج جي نظرين جي حمايت ڪئي ۽ ڪيس صوفين جي حلقن ۾ وٺي وڃڻ لڳو.

پر ڪنهن به صوفي مرشد کي منصور حلاج جي تيزي ۽ تکڙ پسند نه آئي. صوفين جي خيال ۾ منصور تي صوفياڻي سرمستي غالب اچي وئي هئي ۽ هو انهن احتياطي لاٽين تي نه پئي هليو، جن کي رائج الوقت سياسي صورتحال صوفين جي ضرورت ٻڌائي ڇڏيو هيو. شبلي جي حوالي سان منصور، "حضرت جنيد بغدادي رح" کان بيحد متاثر ٿيو ۽ سندس حلقي ۾ داخل ٿيڻ جو فيصلو ڪيائين.

"حضرت جنيد بغدادي" جن ماڻهن کي تصوف جي تعليم ڏيندو هيو. انهن جو تعداد ويهن (۲۰) تائين محدود هيو. جڏهن منصور حضرت جنيد بغدادي وٽ آيو ته هن، کانئس پڇيو: ڪهڙي مقصد سان آيو آهين؟

چيائين: شيخ جي صحبت اختيار ڪرڻ!

حضرت جنيد چيو: مان ديوانن کي پنهنجي صحبت ۾ نه رکندو آهيان. حسنِ صحبت جي تقاضا اها آهي ته انسان هوش ۾ هجي. جيڪڏهن اها شئي موجود نه آهي ته ان جو نتيجو اهو ٿي طرز عمل هوندو جيڪو تو سهل بن عبدالله ۽ عمرو مڪي سان اختيار ڪيو!

منصور چيو: اي شيخ! هوش ۽ مدهوشي انسان جون ٿي به

صفتون آهن ۽ جيستائين انسان جون پنهنجون صفتون بلڪل نيست نابود نہ ٿيون ٿين هو پنهنجي مالڪ کان لڪل رهندو آهي.

حضرت جنيد چيو: منصور! هوش ۽ مدهوشي جي باري ۾ تون غلط آهين. هوش خدا جي معاملي ۾ انسان کي عقل جي سلامتي جا دليل ڏئي ٿو ۽ مدهوشي علامت آهي خواهش جي حد کان گذرڻ جي ۽ عشق جي انتها تي پهچڻ جي، ۽ اهي ٻئي شيون، اهڙيون آهن تہ انهن مان ڪنهن بہ هڪ تي انسان پنهنجي ڪوشش جي ٻل تي بہ پورو نٿو لهي سگهي.

حضرت جنيد بغدادي جي خاص توجهہ سبب منصور حلاج ڪجهہ عرصي تائين پنهنجي اندر جي ٻرندڙ جبل کي بند رکڻ ۾ ڪامياب رهيو، ۽ حضرت جنيد رح جي فڪري راهہ تي هلندو رهيو. پر سندس آنڌ مانڌ گهٽ نہ ٿي. ڪيس "زيديہ زنج" جي جدوجهد ۾ ملوث ماڻهن جي قتلام جو ڏاڍو ڏک هيو ۽ ان وچير جڏهن آزادي پسندن کي سزائون ڏنيون ويو ن تہ انهيء خونريزي تي ڪيس سخت صدمو رسيو ۽ پاڻ اهو چوندي اڪيلو مڪي روانو ٿي ويو تہ "دنيا وارن جي خونريزي واري روش سان امتِ محمدي جي وحدت جٽادار ٿي نٿي سگهي."

منصور جي ڪاوڙجي ۽ بيزار ٿي مڪي ڏانهن روانو ٿيڻ جو هڪ امڪاني سبب اهو بہ سمجهہ ۾ ٿو اچي تہ بغداد جي صوفين پنهنجي محتاط روين سبب ڪانئس دوري اختيار ڪئي. ديني ۽ علمي حلقن بہ سرڪاري دٻاء تي منصور جو سوشل بائيڪاٽ ڪيو ۽ ان کان سواء زهريلي پروپئگنڊا عام راء کي بہ گمراهہ ڪري ڇڏيو.

سندس صلاحيتن، علميت ۽ انساني آزادي جي تصورن جي سچائي جو اعتراف ڪرڻ بجاء ڪيس سخت تنقيد جو نشانو بڻايو

وجڻ لڳو، سندس فڪر ۽ خيالن کي توڙي مروڙي پيش ڪيو وڃڻ لڳو. هوڏانهن ٻئي طرف منصور وٽ سندس مٿان ٿيندڙ تنقيدن جو جواب ڏيڻ لاءِ ڪو به پليٽ فارم نه هيو ۽ هو پاڻ به انهن سازشي قوتن کان آگاهه هيو جيڪي پردي پويان ڪيس پنهنجي دڳ کان هٽائڻ جو فيصلو ڪري چڪيون هيون.

---

(1) "نساجي" موجوده عراق جي ڪرد علائقن ۾ آهي "تستر" شهر کان "واسط" تائين وارو دجلي درياهه جو هڪڙو پاسو "نساجي" سڏبو آهي. (سنڌيڪار)

# لانگ مارچ ۽ جدوجهد جي شروعات

بغداد جي صورتحال جو منصور مٿان شديد رد عمل ٿيو. سندس اڳتي وڌڻ جي لاءِ ضروري هيو تہ هو ڪنهن ٻئي مرحلي مان بہ گذري جيڪو سندس ذات جي تڪميل جو سبب بڻجي، ۽ پاڻ ڪنهن منظم نموني سان پنهنجي فڪر ۽ عمل جي شروعات ڪري سگهي.

باطني استحڪام لاءِ منصور صوفياڻي فنا جو پروسيس پنهنجي ڪنهن اندروني فيصلي سبب پيهر اختيار ڪيو ۽ مڪي پهچي گمنامي اختيار ڪري ورتي. ان وقت سندس عمر ٢٦ سال هئي. مڪي ۾ هن ڪنهن سان بہ ڪو واسطو نہ رکيو، اڪيلو حج ڪرڻ بعد هڪ سال تائين روزو رکيائين. خاموشي ۽ عمري جو عمل جاري رکيائين تہ جيئن هو پنهنجي اندر سان سواءِ ڪنهن وسيلي جي همڪلام ٿي سگهي ۽ الوهي پاڪائي پنهنجي انتها تي پهچي وڃي.

شايد منصور پنهنجي وجدان جي ذريعي ڏسي رهيو هو تہ ايندڙ ڏينهن ۾ ڪيس ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻو آهي. ان جي لاءِ تياري جو مرحلو حج بيت الله کان شروع ٿيو ۽ جڏهن هڪ پورو سال خاموشي، روزي ۽ عمري جي عمل ۾ گذري ويو ۽ تزڪيہ نفس جو هڪ دور ختم ٿيڻ سان سندس دل جو آئينو روشن ٿي ويو تہ مڪي کان واپس بغداد ايندي ئي هن خيالن جي اظهار تي وڌل سموريون پابنديون ڪي ٽوڙيندي وجود جو اعلان ڪيو ۽ عام ماڻهن کي خطاب ڪرڻ لڳو.

منصور صوفياڻو لباس لاهي ڇڏيو ۽ رياڪار صوفين، دولت

جي لالچي عالمن ۽ حڪومت تي سخت تنقيد ڪرڻ لڳو. جبي ۽ عمامي، مسجد ۽ منبر خلاف هڪ الستي آواز سبب ماڻهو منصور ڏانهن متوجهه ٿيڻ لڳا. بغداد جي بازارن، گهٽين ۽ رستن، عام ميل جول جي جڳهن تي منصور جو بيباڪ ۽ بي ڊپو انداز بيان ۽ خيالن جو اظهار سڄي شهر ۾ بحث جو موضوع بڻجي ويو.

آهستي آهستي روشن خيال ماڻهن، اهل قلم دانشورن، ننڍن واپارين ۽ پورهيت عوام ۾ منصور جي مقبوليت جو سج پنهن جي آب تاب سان چمڪڻ لڳو. مختلف طبقن سان لاڳاپو رکندڙ ماڻهن تي سندس آواز جو دلڪش اثر ٿيو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي پورو هڪ سال الڳ ٿلڳ اهي بغداد ۾ اڪيلاتپ جو زهر پيئندڙ منصور جي عظمت جو اعتراف ڪندڙن جو تعداد وڌڻ لڳو. انهن ۾ حڪومتي مشينري جا ڪجهه ڪارندا به شامل هئا. مختلف وزارتن ۾ اعليٰ عهدن تي ويٺل عملدارن ۾ منصور جي ذات عقيدت جو مرڪز بڻجي وئي.

منصور بغداد جي اوير ۾ جنهن وسندي ۾ ترسيل هيو، اها انتهائي ڏتڙيل ۽ غريب ماڻهن جو مرڪز هئي. اتي صبح شام ماڻهن جي اچ وڃ شروع ٿي وئي ۽ منصور جي دعوت عام ٿيندي وئي. سياسي حلقن ۾ منصور جي وڌندڙ مقبوليت ڪيترائي خطرا پيدا ڪري ڇڏيا ۽ سندس انقلابي فڪر سبب مذهبي عالمن جي جڙتو عزت خطري ۾ پئجي وئي سندن دوڪاندارين جهڪيون ٿيڻ لڳيون.

جوابي حملي طور عام راءِ کي گمراهه ڪرڻ لاءِ مفاد پرست عالمن ملامت جو طوفان کڙو ڪري ڇڏيو ۽ سندس عظمت کي مشڪوڪ بنائڻ لاءِ ڪردار ڪشي جي مهم ٻيهر شروع ڪئي وئي. جُبي ۽ عمامي وارا مسجدن جي منبرن تي ويهي ماڻهن کان پڇڻ لڳا ته ايئن ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته منصور تي خدائي ڪلام

جا جوهر ظاهر ٿين ۽ اهو تہ ڪڏهن بہ نٿو ٿي سگهي تہ خدا تعاليٰ هڪ غريب جي ٻار تي پنهنجي ربوبيت ظاهر ڪري.

منصور پنهنجي جوابن سان مخالفن کي لاجواب ڪري ڇڏيو. "الله تعاليٰ بي نياز آهي. ڪڏهن هو صالح عملن کي بہ رد ڪري ٿو ڇڏي ۽ ڪڏهن ادنيٰ کي اعليٰ بڻائي ٿو ڇڏي." منصور واضع طور تي ولايت جو اعلان ڪري ڇڏيو. سندس لنگر خاني تان صبح شام خوراڪ فراهم ٿيڻ لڳي. روزانو سوين بکيا ڍئو ڪري ماني کائڻ لڳا. منصور ضرورت مندن ۾ اڪيون ڀوٽي پئسا ورهائڻ لڳو ڏسڻ وارا حيرت ۾ هئا تہ منصور وٽ ايڏي دولت ڪٿان ٿي اچي عام ماڻهن ۾ منصور "حلاج الاسرار" جي نالي سان مشهور ٿي ويو.

منصور طرفان خدا جي ڳجهہ ۾ هٿ وجهڻ ۽ پنهنجي ذات جي عرفان جو اظهار ڪرڻ واري پرجوش اعلان تي رياستي اقتدار ۾ حصيدار معتزلہ فرقي ۽ غالي شيعن جو هڪ گروهہ سندس کليل مخالفت تي لهي آيو ۽ منصور جي ان نظرئي جي سخت مخالفت ڪرڻ لڳو تہ "انسان ۽ خدا جي وچ ۾ ڪنهن ٻئي جي هڪ هٽي نہ آهي ۽ جهڙي ريت انسان خدا جي ڳولا ۾ آزاد آهي اهڙي طرح سماج ۾ بہ آزاد آهي. فرد جي اختيارن ۽ انفراديت کي چيلينج نٿو ڪري سگهجي."

هڪ منظم سازش هيٺ ڪرائي جي ماڻهن کان منصور تي رسوائي جو گند اڇليو پئي ويو. ڪيس چريو قرار ڏنو ويو. خدائي رازن جي انڪشاف بابت سندس دعويٰ تي ٽوڪون ٿيڻ لڳيون ۽ وڏين گادين تان سندس خلاف زهريلي پروپئگندا ٿيڻ لڳي. ملامت ۽ بدنامي جي ان طوفان ۾ منصور چئو تہ انهيءَ وسندي ۾ نظر بند ٿي رهجي ويو.

رياستي اقتدار جي پروپئگندائي مشينري عوام ۾ اهو

مشهور ڪري ڇڏيو ته منصور پنهن جي گهر ۾ ڪعبو ٺاهي ڇڏيو آهي ۽ مقامِ ابراهيم جي توهين ڪري رهيو آهي. منصور جيڪو ڏينهن رات بغداد جي قبرستان ۾ ابنِ خليل جي مزار جي پير ۾ عبادت ڪندو هيو. ذلت ۽ ملامت جي طوفان باوجود ٻاهر نڪري پيو ۽ هڪ نئين جوش سان ماڻهن سان مخاطب ٿيو:

"اي مسلمانو! خدا ڪان منهنجو انصاف ڪرايو. خدا مون کي نه مطمئن جسم سان ڇڏي ٿو نه مان ان سان وابسته ٿي وڃان، ۽ نه مون کي نفس ڪان پري ٿو ڪري ته جيئن مان ان ڪان آزاد ٿي وڃان اهو هڪ اهڙو ناز ۽ نخرو آهي. جنهن کي برداشت ڪرڻ جي مون کي طاقت نه آهي."

منصور پنهنجي داخلي ۽ خارجي حالتن جي اهم موڙ تي بيٺو هيو. رياستي اقتدار ۽ ان جا پالتو ڪتا سندس رت جا گهرجائو هيا. هن راءِ جي اظهار جو جيڪو ترار ڪان به تکو طريقو ۽ انداز اختيار ڪيو هو. ان سان سندس مخالفن کي سندس ڪردار ڪشي جو هڪ نئون موقعو ملي ويو ۽ سندس سرمستي سڄي بغداد ۾ بحث جو موضوع بڻجي وئي. منصور کي جڏهن عوام ڪان ڪٽيو ويو ته هن قلم جو سهارو پڻ ورتو.

منصور جي انقلابي نظرين تي ډلون ۽ ٽڪيس وصول ڪندڙ ڪاتن جي سربراهن، جن جو لاڳاپو سياسي طور تي طاقتور گروهن غالي شيعه ۽ معتزله فرقن سان هيو ۽ اهي يهودي سرمائيڪارن سان پڻ سلهاڙيل هئا. انهن کي سخت ڪاوڙ آئي ۽ انهن پنهنجي معاشي مفادن جي بچاءَ ۾ عوامي سطح تي منصور جي خلاف مظاهرا ڪرائڻ شروع ڪيا ۽ مٿس اهو الزام لڳايو ويو ته منصور ظاهري رسمن ۽ آدابن جو مخالف آهي ۽ دين ۾ تفرقو/ وڳوڙ پيدا ڪري رهيو آهي جيڪڏهن کيس روڪيو نه ويو ته اسلام خطري ۾ پئجي ويندو.

سرڪاري گرانٽ تي هلندڙ ديني مدرسن ۽ مسجدن جي منبرن تان منصور تي شديد حملا ٿيڻ لڳا ۽ خطبن ۾ کيس ملحد، مرتد، ڪافر ۽ جادوگر جا خطاب ڏنا وڃڻ لڳا. هڪ دفعو ڪرائي جي بدمعاشن هٿان سندس گهر تي زبردست پٿراءُ پڻ ڪرايو ويو ۽ سندس حامين کي مارڪٽ به ڪئي وئي.

پر انهن مڙني ڳالهين جي باوجود منصور پنهنجي انهيءَ نظرئي ۾ ڪو به ڦيرو آڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيائين ته "ديني فرقن جا ظاهري آداب ۽ رسمون فروعي شيون آهن ۽ هر هڪ پنهنجو مسلڪ اختيار ڪرڻ ۾ آزاد آهي." هن سيني اڳيان وڏي واڪي اعلان ڪيو ته "انهن ظاهري رسمن کان هڪ قدم اڳتي وڌائڻ گهرجي ته جيئن انسان خدائي حقيقت کان ڄاڻ ۽ لذت حاصل ڪري."

منصور پنهنجي مخالفن جي ديني ۽ علمي اصطلاحن کي نيون معنائون ڏنيون، جڏهن ته سندس مخالفن جو سڄو زور منصور کي بدعتي ۽ شريعت جو منڪر قرار ڏيڻ تي رهيو.

رياستي اقتدار جي هشيءَ تي منظم مخالفتن ۽ مظاهرن جو طوفان ايترو وڌيو جو منصور کي هڪ دفعو ٻيهر بغداد کي ڇڏڻو پيو. بغداد کي الوداع ڪري منصور چپ چاپ خراسان، هرات ۽ بلخ جي وچ وارن ماڻهن ۾ پنهن جي خيالن جي تشهير ڪرڻ شروع ڪئي. سرحدي علائقن ۾ پنجن سالن تائين ڄاڻ جي روشني ڦهلائڻ کان پوءِ پنهن جي اباڻن علائقن ۾ "اهواز" شهر ڏانهن موٽي آيو، جتي سندس شاندار استقبال ٿيو. اتي ئي دربارِ خلافت جو هڪ وزير "محمد قنائي" ساڻس مليو جيڪو پرپٺ سندس معتقد ٿي چڪو هيو.

"محمد قنائي" سان ڳالهه ٻولهه کان پوءِ منصور، "محمد قنائي" سان گڏ هڪ دفعو وري بغداد پهتو ته ساڻس چار سؤ

مريد پڻ گڏ هئا، ڪيس بغداد ۾ پهريون دفعو هڪ روحاني پيشوا طور تسليم ڪيو ويو. رياستي اقتدار تي قابض گروهه ڪي منصور خلاف پراڻي مهم شروع ڪرڻ جي همٿ ته نه ٿي، پر جن وزيرن وٽ ڊل ۽ ناڪي جي وصولي جا ڪاتا هئا، اهي منصور جي پيهر بغداد اچڻ تي سخت پريشان ٿيا ۽ انهن اندروني سازشون شروع ڪري ڏنيون. انهن وزيرن ۾ "ابن الفرات ۽ ابن نوبخت" نالي وزير وڌيڪ سرگرم ٻڌايا وڃن ٿا.

منصور هڪ دفعو پيهر چار سؤ ساٿين سان گڏ (ڪن روايتن ۾ سندس ساٿين جو تعداد چار هزار به ٻڌايو وڃي ٿو) ٻئي حج جي ارادي سان بغداد کي ڇڏيو ۽ مڪي طرف روانو ٿي ويو. سندس اهو سفر شروع ڪرڻ سان گڏ سندس خلاف پروپئگنڊا شروع ٿي وئي. مخصوص ايجنٽن جي معرفت عوامي سطح تي هڪ ڀيرو پيهر منصور خلاف جذبات ڀڙڪايا وڃڻ لڳا. روزانو درسگاهن، مسجدن ۽ سماجي/معاشرتي ادارن ۾ منصور جي شخصيت ۽ فڪر کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو وڃڻ لڳو. سندس حامين وٽ خاموشي کان سواء ڪو به چارو ڪو نه هيو. ڇاڪاڻ ته محراب ۽ منبر تي رياستي اقتدار جي حامي ۽ مستقل مفاد رکندڙ مذهبي مهندارن جو غلبو هيو.

منصور جو ٻيو حج تاريخ ۾ هڪ لانگ مارچ جي حيثيت رکي ٿو. پنهنجي حامين سان گڏجي بنو عباس جي قابض سوسائٽي مان منصور جو هجرت ڪري وڃڻ ان ڳالهه جو ثبوت هيو ته اتي سندس حلقي جي ماڻهن لاء جياپو ڏکيو ڪيو ويو هيو ۽ ڪين پنهنجي فڪر جو اظهار ڪرڻ کان روڪيو پئي ويو.

ساڻس ملڻ وارن تي حڪومتي ادارن جي ڪڙي نظر هوندي هئي ۽ انهن جو منصور سان لاڳاپو ختم ڪرڻ لاء مٿن لالچ ۽ ڌمڪين سميت سمورا هٿيار ظالماڻي انداز ۾ آزمايا ويندا هئا.

منصور جي لانگ مارچ ساڍن پنجن سالن جي ڊگهي عرصي تي مشتمل آهي. ان وچ ۾ هن ٻيو حج به ڪيو. چون ٿا ته انهيءَ سفر ۾ صحرا ۾ سندس ساٿين کي بک اچي ورايو ۽ وٽن کائڻ لاءِ ڪجهه به ڪو نه هيو. هو منصور ڏانهن متوجهه ٿيا ته سندن کاڌي لاءِ ڪجهه بندوبست ڪيو وڃي نه ته هو سندس رهنمائي کان منڪر ٿي ويندا. منصور کين چيو ته پنهنجون چادرون پٿاري ڇڏيو. سڀني پنهنجون چادرون پٿاري ڇڏيون. جڏهن چادرون مٿي کنيون ويون ته هر شخص کي پنهنجي پسند ۽ گهرج مطابق کاڌو مليل ويو. بعد ۾ انهن مان ڪجهه ماڻهو واپس بغداد پهتا ته اها خبر بغداد شهر جي گهر گهر ۾ پکڙجي وئي.

منصور پنهنجي انقلابي خيالن کي ڪٿي ڏورانهن علائقن ڏانهن نڪري پيو ۽ 'امت محمدي جي وحدت جي ٿيسز تي ڪم ڪرڻ لڳو. هن اسلامي رياست کان ٻاهر هندو دانشورن، ٻڌ ڀڪشوئن ۽ مشهور ايراني مفڪر "ماني" جي پيروڪارن سان ملاقاتون ڪيون، بحث مباحثا ڪيا ۽ کين امت محمدي ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني.

منصور هندوستان ۾ درياهي رستي سان ويندي، ملتان ۽ ڪشمير جي سياحت ڪندي، ڪشميري واپارين جي هڪ قافلي سان گڏ اتر اوڀر ۾ چين تائين وڃي پهتو. منصور جي ذهن ۾ اهو عالمي پروگرام هيو ته هو سڄي انسانيت کي دعوت ڏئي ۽ انقلاب جي شعلي کي ٻرندڙ رکي.

بغداد واپس ويندي منصور جڏهن ايران مان گذريو ته اتي "نهاوند" صوبي ۾ نئين سال جي موقعي تي "جشن نوروز" ملهايو پئي ويو. پنهنجي ڪمري مان جڏهن جشن نوروز جي نفيل وڄندي ٻڌائين ته رڙ ڪيائين: "اي منهنجا مالڪ! مان نوروزي تحفو ڪڏهن حاصل ڪندس."

پوءِ پاڻ ئي جواب ڏنائين! "اهو وقت ويجهو آهي جڏهن مان مقتل ۾ پهچندس ۽ خدا جي ويجهو ٿي ويندس."

جشن نورز ختم ٿيڻ کان اڳ ئي منصور پنهن جي اندر جي آواز تي بغداد وڃڻ بجاءِ مڪي ڏانهن روانو ٿي ويو. اهو منصور جو ٽيون حج هيو. جيڪو سندس باطني سفر جي تڪميل جو اهم ذريعو ثابت ٿيو. ڇاڪاڻ تہ هو توحيد ۽ هيڪڙائي جو مزو چکڻ لاءِ بيقرار هيو ۽ جلد کان جلد پڄاڻي جو خواهشمند هيو.

ان سفر ۾ منصور سان تمام گهڻ انگ ۾ ماڻهو بچيا هئا ۽ اهي بہ منصور جي ڳالهين تي ايترو تہ عجب ڪائيندا هئا جو ڪڏهن ڪڏهن ڪيس شڪ جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. اتي بہ منصور پنهنجي اڪيلائپ کي برقرار رکيو ۽ حجة الوداع جي موقعي تي رسول ڪريم صلعم جو وحي جي پڄاڻي ۽ دين جي مڪمل ٿيڻ وارو اعلان سندس ذهن ۾ گونجندو رهيو.

هن پنهنجي ساٿين سان وحي جي پڄاڻي ۽ دين جي تڪميل جون ڳالهيون ڪيون ۽ ڪين ٻڌايو تہ: "اليوم اڪملت لڪم دينڪم واتممت عليڪم." جو اشارو حج جي چوٽڪاري ڏيندڙ پيغام ڏانهن آهي. جيڪو نہ رڳو مسلمانن بلڪ سموري انسانذات کي چوٽڪاري جي واٽ ڏيکاري ٿو. پر ان جي فيض کي انسان جي جدوجهد ۽ همٿ سان مشروط ڪيو ويو آهي."

منصور ڪعبة الله جي طواف بابت چيو تہ: "حجر اسود جيڪو خاموش آهي اهو رسول ڪريم صلعم جي شفاعت جي علامت آهي ۽ ضروري آهي تہ صاحب ڪعبہ سان ملڻ جو شوق اسان جي مٽان ايترو تہ ڇانئجي وڃي جو طواف وقت ڪعبي جي صورت ئي ڏسڻ ۾ نہ اچي ۽ ان (الله) جي ذات جو مڪمل ادارڪ ٿي وڃي جنهن هن جو بنياد رکيو آهي. ڪعبو خاموش امام آهي ۽ زنده امام ڏانهن منتقل ٿي ويو آهي جيڪو ڳالهائي رهيو

آهي."

منصور جون ڳالهيون ٻڌي سندس ساٿي حيرت جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويا، ڪن ساڻس اختلاف ڪيو ۽ ڪجهه خاموش ٿي ويا. عرفات ميدان ۾ وقوف دوران جڏهن هر حاجي ڏٽي تعاليٰ کان گناهن بخشرائڻ ۽ آخرت ۾ ڇوٽڪاري لاءِ ٻاڏائيندو ۽ فرياد ڪندو آهي. اتي منصور حلاج ٻه لبيڪ جو زوردار نعرو هنيو ۽ چيائين ته:

"خدايا! مون کي اڄ کان ٻه وڌيڪ گهرجائو ۽ ضرورتمند بڻاءِ."

"خدايا! مون کي بي عزتو ڪر، ته جيئن ماڻهو مونتي لعنت ملامت ڪن."

"خدايا! مون کي ماڻهن کان بيزار ڪري ڇڏ ته جيئن منهنجي زبان مان ادا ٿيندڙ شڪراني جو هر لفظ رڳو ۽ رڳو تنهن جي لاءِ هجي ۽ تو کان سواءِ ڪنهن جو ٻه ٿورو پنهنجي سرتي نه کڻان."

وقوفِ عرفات دوران ٻه رڪعتون نماز ادا ڪرڻ کان ٻه اڳ منصور چيو: "ماڻهو حج ڪندا آهن ۽ مان هن جان جو حج ٿو ڪريان. ماڻهو جانورن جي قرباني ڪندا آهن ۽ مان پنهن جي دل جو خون هديي ۾ پيش ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ ته عشق جي نماز جو وضو رت کان سواءِ ٻي ڪنهن شئي سان ٿي نٿو سگهي."

منصور حلاج پنهنجي تڪميل جي پروسيس ۾ جڏهن شخصي بادشاهت ۽ سماج مٿان مڙهيل استحصالي نظام جي خلاف ۽ فرد جي آزادي جي حق ۾ پنهنجو نظريو ظاهر ظهور پيش ڪرڻ شروع ڪيو ته سماج جي فردن کي استحصالي نظام ۾ جڪڙيندڙ ۽ چوُرن وانگر رت چوسيندڙ طبقي جا حواس خطا ٿي ويا. ۽ رياستي مشينري مٿان کان هيٺ تائين چرپر ۾ اچي وئي.

خاص طور تي يهودي سرمائيدار جيڪي اسلامي رياست جي سيني اقتصادي مامرن تي ڇانيل هئا، انهن کي پيڙيل ۽ ڏتڙيل ماڻهن ۾ منصور جي مقبوليت مان خطرو محسوس پئي ٿيو.

اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته منصور کي پنهنجي دور جي ڪهڙين ڪهڙين قوتن سان مقابلو ڪرڻو ٿي پيو. دين ۽ سياست جا طاقتور محاذ سندس خلاف حملا جاري رکيو ويٺا هئا.

بصري ۽ زيديہ زنج جي بغاوتن جي ناڪامي بعد منصور جي حڪمت عملي هڪ وجداني رخ اختيار ڪيو ۽ اهو هيو "الله جي تجلي ۽ جلوي جو سڌو سنئون مشاهدو ڪري نجات حاصل ڪرڻ، ته جيئن اهو ثابت ٿئي ته هر فرد پنهنجو وجود رکي ٿو، جيڪو ناقابل ترديد آهي ۽ حقيقت آهي. جيڪڏهن سندس وجود حقيقت آهي ته سندس ضرورتون ۽ حق بہ حقيقت آهن. ڪو بہ ڪيس انهن حقن ۽ گهرجن کان محروم نٿو رکي سگهي ۽ نہ وري سندس انفراديت کي دبائي سگهجي ٿو."

منصور جو پيغام اهو هو تہ: "سيئي انسان پنهنجي وجود جي حقيقت کان آگاهہ ٿين ۽ پنهنجن حقن جي لاءِ جدوجهد ڪري سگهن." اهو ئي منصور جو انقلابي منشور هيو جيڪو تيزي سان هيٺين طبقن ۾ پکڙجي رهيو هيو. سندن شعور جو حصو بڻجي رهيو هو ۽ استحصالي رياستي اقتدار جيڪو اڳيئي پنهنجي تضادن سبب کوکلو ٿي رهيو هو، منصور جي انقلابي فڪر سبب ڏکي رهيو هيو.

لانگ مارچ دوران ٽئين حج کان پوءِ منصور حلاج انهيءَ عظيم الشان تبديلي مان گذريو جيڪا ڪيس حقانيت جي آخري منزل ڏانهن وٺي پئي وئي. هن رائج الوقت سماجي ۽ معاشرتي قانونن کي صفا رد ڪري ڇڏيو. هو صبح ٿيندي ئي شهر جي مک چونڪن ۾ اچي بيهندو هيو ۽ ماڻهن کي خطاب ڪرڻ شروع

ڪندو هيو.

منصور جي اهڙن روين سبب رياستي مشنيري هڪدم چرپر ۾ اچي وئي ۽ جتي به ماڻهو منصور جو ليڪچر ٻڌڻ لاءِ گڏ ٿيندا هئا، شرطہ (پوليس) ڪين چڙوچڙ ڪري ڇڏيندا هئا. ماڻهن سان سندس رابطن کي ختم ڪرڻ لاءِ سندس محلي جي غريب ماڻهن کي تشدد جو نشانو بڻايو ويو، ته جيئن اهي پاڻ ئي منصور کي پنهنجي وسندي مان نيڪالي ڏئي ڇڏين.

منصور هڪ دفعو وري عوام کان ڪٽجي پنهنجي محلي ۾ ويهي رهيو. ۽ پنهنجن خيالن ۽ فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ هن اهل علم ماڻهن ڏانهن خط لکڻ شروع ڪيا. منصور جي انهن لکيتن جو سرڪار سختي سان نوٽيس ورتو. انهن خطن کي "شرعي معاملن" جي خلاف ثابت ڪرن لاءِ جوابي تحريرون لکرايون ويون ۽ تقرير سان گڏ تحرير جي صورت ۾ به منصور جي خلاف نئون محاذ کوليو ويو.

منصور انهيءَ صورتحال کي برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ هڪ ڏينهن اوچتو بغداد جي سڀ کان وڏي مسجد "جامع المنصور" ۾ ڪاهي پيو. جتي هن ملن، مولوين، مدرسي جي طالبن ۽ نمازين جي اڳيان پنهنجي نڪتہ نظر، خيالن ۽ فڪر جي وضاحت ڪئي ۽ ان سان گڏ هيٺيان لفظ پڻ چيا:

"جاڻي وٺو! ته توهان تي منهن جو قتل خدا پاران جائز آهي. مون کي قتل ڪري ڇڏيو، ته جيئن توهان کي ثواب ۽ مون کي سڪون ملي. مسلمانن لاءِ منهنجي قتل کان وڌيڪ ٻيو ڪو اهم ڪم نہ آهي."

انهيءَ خطاب ۾ منصور حلاج توحيد خداوندي تي گواهي جي دعويٰ ڪئي ۽ سڄي بغداد جي عالمن ۽ ديني پيشوائن جي اڳيان پنهنجو نڪتہ نظر نهايت دليري سان پيش ڪيو.

هن رائج الوقت سماجي ۽ معاشرتي قانونن، رياستي اقتدار ۽ ان جي قائم رکڻ وارن جي باري ۾ سڌي سنواٽي نموني بيان ڪيو تہ: ”انسان جي وجود کي نظر انداز ڪري ان جي حقن کي پامال ڪرڻ خدا جي بيحرمتي جي برابر آهي. ۽ مون کي خدا جي حوالي سان پنهنجي وجود جي اظهار ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن کان بہ اجازت وٺڻ جي ضرورت نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس روح منهن جي روح ۾ ائين سمائجي ويو آهي جيئن عنبر، مشڪ ناب ۾ ملي ويندو آهي. ۽ ان (الله) رازن کي منهنجي دل ۾ ايئن سمايو آهي جيئن روح بدن ۾ سمايل هوندو آهي، جڏهن ڪا شئي ان کي ڇهي ٿي تہ اها مون کي ڇهي ٿي. هر وقت ۽ هر حال ۾ ”اهو“ مان بڻجي وڃان ٿو.“

جامع المنصور ۾ هر شخص حيرت وچان بت بڻيو ڪيس تڪي رهيو هيو ۽ پنهن پاهڻ تي سندس ڊائيلاگ ۽ مڪالمہ ٻڌي رهيو هيو. پوءِ اوچتو هجوم ۾ هلچل پيدا ٿي ۽ گوڙ ٿي ويو.

انهيءَ سڄي هجوم مان رڳو ٻن ڄڻن منصور جي نظرين جي تائيد ڪئي. هڪ شبلي رح ۽ ٻيو ابن عطا رح جيڪي ٻئي حضرت جنيد بغدادي جا شاگرد هئا. منصور جي حامين وڏي ڪوشش سان ڪيس هجوم مان ڪڍيو ۽ وٺي ويا.

”جامع المنصور“ ۾ منصور جي تقرير بغداد جي علمي، ادبي، ديني، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي زندگي کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. بصري ۽ زيديہ زنج جي بغاوتن کان پوءِ منصور حلاج هڪ نرالي ۽ نئين انداز ۾ شخصي اقتدار ۽ سندس پاليل طبقن جي سامهون ظاهر ٿيو هئو ۽ سندس تقرير جو اهو حصو سخت اعتراض وارو ڄاتو ويو جنهن ۾ هن چيو تہ: ”اي انسانو! مون کي قتل ڪري ڇڏيو، ڇا ڪاڻ تہ منهنجي زندگي منهنجي قتل ۾ آهي. منهنجو موت دين صليب جي انداز ۾ ٿيندو.“ ماٿهن سوال

ڪيو تہ: ان جو مطلب ڇا آهي؟ وراڻيائين "توهان هن لعنتي (منصور حلاج) کي قتل ڪري ڇڏيو".

انهيءَ ئي شام جو حڪومت جي ايوان ۾ شهر جا پکهاردار ۽ معتزلہ فرقي جا عالم هڪ وفد ٺاهي ويا ۽ وزيرن جي ڪائونسل کي جامع المنصور ۾ ٿيندڙ واقعي جي باري ۾ ٻڌايو ۽ چيو تہ "منصور خطرناڪ ڏوهہ ڪيو آهي. جيڪڏهن سندس نظرين کي ڦهلجڻ کان نہ روڪيو ويو تہ شريعت جي حفاظت ناممڪن ٿي ويندي. منصور وڳوڙ ڦهلائي رهيو آهي ۽ دين جي مجيل مامرن تي ٺوڪون ڪري رهيو آهي."

انهيءَ وقت شام کان اڳ سي.آءِ.ڊي پاران "جامع المنصور" واري واقعي جي رپورٽ پڻ حاڪمن وٽ پهچي وئي ۽ حڪومت جي هدايت تي ڪيس گرفتار ڪيو ويو. "ظاهريہ فرقي" سان واسطو رکندڙ قانوندان، شاعر ۽ "محمد بن دائود" جيڪو قانون جي ڪاتي ۾ جج طور ڪم ڪري رهيو هو. منصور خلاف استغاثو جوڙي ورتو ۽ ڪيس جا تفصيل ٺاهي، منصور مٿان لڳل الزامن جي روشني ۾ منصور کي موت جي سزا ڏيڻ جي سفارش ڪئي.

ڪيس جي تفصيلن کي لاڳاپيل وزيرن ڏٺو ۽ ڪورٽ ۾ موڪلي ڏنو. شافعي مسلڪ سان لاڳاپيل مشهور قانون دان قاضي ابنِ صريح ڪيس جي باري ۾ "محمد بن دائود" جون سفارشون پڙهيون ۽ راءِ ڏنائين تہ "منصور صوفياڻي حال جي تصوير آهي ۽ اهڙي صوفياڻي حال جي باري ۾ حڪم ڏيڻ، شرعي حڪمن جي حدن کان ٻاهر آهي جيڪي رڳو ظاهر کي ڏسن ٿا."

قاضي صريح جي راءِ سان ججن ۾ اختلاف پيدا ٿي ويو ۽ ڪين ڪس جي ڪاروائي ملتوي ڪرڻي پئي. ابن صريح، منصور

ڪي جيل ۾ ڪيترين ئي سهوليتون ڏياريون ۽ ڪيس جيل ۾ قيدين سان ملڻ ۽ ڪچهريون ڪرڻ جي اجازت پڻ ڏياري.

ان وچ ۾ رياستي اقتدار تي قابض ٽولي پڻ منصور کي سياسي منظر تان هٽائڻ جو ڪم ڪنهن مناسب وقت جي انتظار ۾ روڪي ڇڏيو. زيديه زنج جي بغاوت ۽ عوام ۾ بالادست طبقن خلاف نفرت ڦهلائڻ جو "ڏوهه" رياستي اقتدار جي برداشت کان ٻاهر هيو.

منصور تصوف ۽ وحدت الوجود جي معرفت فرد ۾ پاٽيرائپ جو احساس پيدا ڪري اهڙو ڏوهه ڪيو هيو، جيڪو دنياوي حڪومت جي بجاءِ خدا جي حاڪميت سان وابستگيءَ سان گڏ، فرد جي آزادي جي علامت پڻ بڻجي ويو هيو.

مظلوم ۽ محڪوم انسان منصور جي فدا ڪاري واري فڪر ۽ عمل مان توانائي حاصل ڪري رهيا هئا. جن کي بالادست طبقي جا حامي عالم ۽ فاضل اهو چئي ننڊ ڪرائي رهيا هئا ته خدا جنهن کي چاهي عزت ڏئي ۽ جنهن کي چاهي ذلت ڏئي، انهيءَ آڙ ۾ عزت شرافت ۽ دولت کي ميراث بڻايو ويو هو.

"مٿين طبقي جا پڳهاردار عالم ۽ ڍنڍورچي مذهب جي نالي تي غريب ۽ مسڪين ماڻهن کي ياد ڏياري رهيا هئا ته جن کي الله حڪومت، طاقت ۽ دولت ڏني آهي، توهان جو فرض آهي ته سندن اطاعت ۽ عزت ڪريو ۽ انهن جي امامت تسليم ڪريو."

بالادست طبقي خدا جي ان حڪم کي جنهن نموني سان پنهن جي حق ۾ استعمال تي ڪيو. منصور جي فڪر ۽ عمل سان ان جي ترديد پئي ٿي. هن سڌن لفظن ۾ ماڻهن کي ٻڌايو هئو ته عزت ۽ ذلت جي سلسلي ۾ خدا جو حڪم پس منظر کان جدا ڪري، ماڻهن کي جهالت ۾ ۽ پوئتي رکڻ لاءِ ٻڌايو پيو وڃي. جبي پوش ۽ عمامي پوش، مسندن تي ويهي عوام کي اهو دوکو ڏئي

رهيا آهن تہ خدا ڪين گهٽ ۽ ڪمتر ڪري پيدا ڪيو آهي ان ڪري هو رڳو پنهنجي عاقبت تي ڌيان ڏين ۽ دنيا ۾ جن ماڻهن جو اقتدار ۽ دولت تي قبضو آهي ان کي خدا جو فيصلو سمجهي قبول ڪري وٺن.

عزت کي بالادست طبقي جي لاءِ ذاتي جي عنايت ۽ ذلت کي غريبن جو مقدر بنائڻ جي انهيءَ مڪروهہ منصوبي جي خلاف منصور پاران انساني وجود جي برحق هجڻ جي دعويٰ ايتر بہ ڪان بہ خطرناڪ ثابت ٿي رهي هئي.

"رياستي اقتدار جي منظم طاقت جي مقابلي ۾ منصور هٿين خالي ۽ غريب ماڻهن جي جدوجهد جا نتيجا ڏسي چڪو هئو، تہ ڪيڏي نہ بيدرديءَ سان انساني حقن جي پائمالي ڪئي وئي هئي. ۽ انسانن کي زندهہ رهڻ جي حق کان محروم رکڻ لاءِ ڪيڏي نہ وحشياڻي انداز ۾ خونريزي ڪئي ويئي هئي."

منصور حلاج انتها ئي موهيندڙ انداز ۾ عوام کي اها خوشخبري ٻڌائي هئي تہ "اهي ئي ڌرتي جا وارث آهن ۽ سچا وارث آهن. جيڪي ڇوٽڪاري جو حياتي بخش پروگرام پنهنجي روحن ۾ سمائي، پاڻ کي خدا جي حاڪميت جي حوالي ڪن ٿا ۽ پاڻ ئي حڪم ڏيڻ وارا هجن ٿا."

انهيءَ تصور کي منصور حلاج ان کان اڳ پنهنجي هڪ مضمون ۾ بہ پيش ڪيو هو تہ: "انسان تہ اهو آهي جيڪو، جڏهن زبان سان بسم الله جو ڪلمو چئي تہ الله جي طرف کان "ڪُن" جي صدا اچي وڃي. نجات ۽ ڇوٽڪاري جا دروازا سيني لاءِ ڪليل آهن ۽ اهو ئي ذلت ۽ عزت جي قرآني نظرئي جو مفهوم آهي. اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ خدا انسانن کي پاڻ ئي تخليق ڪري ۽ انهن مان ڪجهہ کي ذلت ڏئي ۽ ڪجهہ کي عزت بخشي. ذلت ۽ عزت انساني همٿ سان مشروط آهي. جنهن پنهنجي وجود

ڪي الله جي حاڪميت ۾ ڏنو، اهو ئي عزتن سان سرفراز ٿيو ۽ جنهن پنهنجي وجود ۽ ذات جي اهميت جو شعور حاصل نہ ڪيو ذلت جي کاهين ۾ ڪريو."

منصور حلاج جي فڪر ۽ نظرئي جي انقلابي جوش سبب بغداد جي رعايت يافتہ طبقن پاران جوڙيل هترادو سماج جون پاڙون لڏي ويون هيون ۽ ڏتڙيل عوام جن ڪي منصور جي شخصيت جي پناهہ ۾ سڪون ملندو هيو.منصور جو ڏکهو قيد بہ ڪين تبديلي جي شعور کان جدا ڪري نہ سگهيو.

منصور جو جوڙيل نعرو "خليفو خدا جي اڳيان جوابدار آهي" عوام ۾ مقبول ٿي ويو. ان نعري جي مقبوليت ۾ "امام احمد حنبل" جي حامين جي جدوجهد جو پڻ اهم ڪردار هيو.

هڪ طرف حڪومت جي خدا ڏانهن جوابدار هجڻ جو تصور عام زندگي ۾ تيزي سان ڦهلجي رهيو هيو ۽ ٻئي طرف "حنبلي پارٽي" حڪومت جي ظالماڻن عملن جي باوجود سياسي عمل کي تيز ڪري رهي هئي. عوام جي خدمت ۽ عزت جو شعور رکڻ وارن طبقن کي نئين توانائي ملي رهي هئي ۽ عوامي زندگي ۾ اها گهرج تيز ٿي رهي هئي تہ حقيقي اسلامي حڪومت قائم ڪئي وڃي تہ جيئن ڪو بہ فرد انصاف کان محروم نہ رهجي وڃي.

بنو عباس جي حڪومت ۾ سماجي ۽ معاشرتي اٿرابري ۽ اقتدار تي قابض ٽولن جي غلط سياسي پاليسين سبب جيڪا سياسي ڇڪتاڻ پيدا ٿي، اها "زيديہ زنج" ۽ بصري جي پيڙهيل عوام جي جدوجهد جو نتيجو بہ هئي، جنهن بنو عباس جي حڪومت لاءِ ڪيترائي خطرا پيدا ڪري ڇڏيا هئا.

خليفي جي خاندان پاران فوري طور تي انتظامي معاملن جي ماهر ۽ مدبر وزير "ابنِ عيسيٰ" کي معاملن سان منهن ڏيڻ جا مڪمل اختيار ڏنا ويا. "ابنِ عيسيٰ" سياسي بيچيني دور

ڪرڻ لاءِ خليفي ڪان ٻه اهم فيصلا ڪرايا. هڪڙو منصور حلاج جي آزادي جو فيصلو، ٻيو ڊل ۽ محصولن ۾ ڇوٽ ڏيڻ ۽ ٽيڪسن جي وصولي ڪندڙ عملدارن جي اختيارن گهٽائڻ جو فيصلو هيو.

ان سلسلي ۾ ”ابنِ عيسيٰ“، ”قاضي ابنِ صريح“ جي ذريعي حنبلي جماعت جي مرڪزي قيادت ۽ منصور حلاج جي فڪري اڳواڻي قبول ڪندڙ ”محمد قنائي“ جي جماعت ”حزب قنائيه“ سان پڻ رابطا ڪيا ۽ ڪجهه اهم مرڪزي وزارتن ۾ روشن خيال ماڻهن کي نوڪريون ڏياريون.

ابنِ عيسيٰ ۽ محمدقنائي جي جدوجهد سان اهڙي فضا پيدا ٿي وئي جنهن ۾ منصور جي روحاني عظمت خليفي جي حرم تائين پهچي وئي ۽ بغداد مان ٽي دفعا هجرت ڪري وڃڻ تي مجبور ڪيل، منصور حلاج جو رياستي اقتدار تي فڪري طور غالب ٿيڻ پڻ غير معمولي واقعو آهي ته ڪهڙي نموني هڪ نئين سوچ وقت جي سفر کي پنهنجي حق ۾ بدلائي ڇڏيو.

ڇيو وڃي ٿو ته اهو سڄو ڪرشمو ”ابنِ عيسيٰ“ جي سياسي سمجهه جو آهي جيڪو مذاڪرات جو ماهر ۽ ٻين کي قائل ڪرڻ جي ڀرپور صلاحيت رکندڙ هيو. هڪ طرف هن رياستي اقتدار کي عوام جي حق ۾ ڪجهه قدم کڻڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ ٻئي طرف مخالف سياسي قوتن جي محاذ آرائي کي مفاهمت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

”ابنِ عيسيٰ“ ۽ ”محمد قنائي“ جي گذارش تي منصور حلاج، قانوني، سياسي، سماجي، معاشرتي صورتحال سميت سماج جي ترڪيبي جزن ۽ ڪائنات جي جوڙجڪ، مخلوق ۽ روح وغيره جي حوالي ڪان ”الوهيت“ تي بيشمار مقالا لکيا ۽ انهن مقالن کي حڪومت جي پاليسين جو بنيادي پٿر بڻايو ويو.

"منصور پاران هڪ فلاحي رياست جي قيام لاءِ آئيني فريم ورڪ جوڙيو ويو. فلاحي رياست ۾ رياستي اقتدار جي جوڙجڪ جي لاءِ منصور جيڪي بنياد فراهم ڪيا ان ۾ فرد جي مڪمل آزادي جي ضمانت ڏني وئي هئي. عباسي خلافت جي تاريخ ۾ اهو عمل پهريون دفعو پيش ٿيو. جنهن مطابق رياستي مشينري کي منصور جي فڪري قيادت ۾ قرآني تصور تي ٻڌل فلاحي سماج جي اڏاوت لاءِ استعمال ڪرڻ جي جرئت ڪئي وئي."

يهودي سرمائيدارن ۽ فوجي ڪماندرن جي تسلط کان خلافت کي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ "ابنِ عيسيٰ" جي سياسي ۽ سفارتي صلاحيتن جي معرفت زندگي جي مختلف طبقن جي وچ ۾ لاڳاپن ۾ توازن ۽ هڪ جهڙائي پيدا ڪئي وئي.

سماج جي سياسي حلقن ۽ رياستي اقتدار ۾ شريڪ سياستدانن ۾ ان ڳالهه تي سهمتي ٿي ته خلافت جي اختيارن کي عوام جي ڀلائي جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي. بدعنوان حڪومتي عملدارن ۽ مختلف انتظامي شعبن جي سربراهن کي عوام اڳيان جوابدار هجڻ تي مجبور ڪيو ويو.

پوليس جي اختيارن ۾ ان حد تائين گهٽتائي آندي وئي جو اها سڌو سنئون انصاف جي وزارت جي تابع ٿي وئي. قاضي ابنِ صريح (چيف جسٽس) جي قانوني سڌارن سبب عوام سک جو ساهه کنيو. ۽ تجارتي سطح تي عياشي جي سامان جي تياري ۽ واپار، ٻنهي تي ڪنٽرول ڪرڻ سبب اناج جا واپاري اگهن ۾ ڪمي ڪرڻ تي مجبور ٿيا.

يهودي سرمائيدارن کي وياج جو ڪاروبار ڪرڻ کان روڪيو ويو فوج جي جوڙجڪ ۽ اڏاوت جا اختيار فوجي ڪماندرن کان کسي سڄي فوج کي هڪ اهڙي شعبي جي حوالي ڪيو ويو جنهن

کي ابنِ عيسيٰ خليفي جي مشوري کان سواءِ قائم ڪيو هيو.

هيٺين سطح تائين انهن واضح تبديلين عام راءِ کي بدلائي ڇڏيو ۽ "منصور حلاج" انساني آزادي جي تصور تي ٻڌل جنهن انساني سماج ۽ رياستي انتظام جو خاڪو پيش ڪيو هيو، ان جي قيام جي ابتدائي مرحلن ۾ ئي يهودي سرمائيدار، مذهبي عالم ۽ ٻين گروهن جا نمائندا چرڪي اٿيا ۽ پنهنجي معاشي مفادن جي بچاءَ لاءِ انهن رياستي مشينري ۾ پنهنجي ايجنٽن جي مدد سان فوجي ڪمانڊرن سان رابطن کي اندرئي اندر وڌايو ۽ جوابي انقلاب *(Counter Revolution)* لاءِ سازش جي تياري شروع ڪئي وئي.

جنهن وقت "منصور حلاج" جي حامين اقتدار جي ادارن تي ڪنٽرول قائم ڪري ورتو ۽ عوامي سطح تي سرگرم اصلاحي تحريڪن ۽ رياستي مشينري ۾ مڪمل اتحاد ۽ هم آهنگي پيدا ٿي وئي ته "ابنِ عيسيٰ" جي ڪابينه هڪ خفيه فيصلو ڪيو ته خلافت جو تختو اونڌو ڪري "منصور حلاج" جي سربراهي ۾ هڪ نئين حڪومت قائم ڪئي وڃي."

اهو هڪ انقلابي فيصلو هيو ۽ فلاحي رياست جي باري ۾ "منصور حلاج" جي تصور مطابق هيو. پر اهو فيصلو ايڏي ته جوش سان ڪيو ويو جو خليفي جي ايجنٽن کان لڪي نه سگهيو. مفادپرستن، ذارين سرمائيڪارن ۽ واپارين جي ڳنجوڙ سان ان انقلاب کي روڪڻ ۽ جوابي انقلاب لاءِ انتهائي تڪڙ ۾ ڪجهه قدم کنيا ويا. خليفي تائين اهو راز پهچڻ شرط خليفي پاڻ بچائڻ جي لاءِ "ابنِ عيسيٰ" کي سمورن اختيارن کان محروم ڪري ڇڏيو.

انقلابين جو هڪ وفد تڪڙ ۾ "منصور حلاج" سان مليو ۽ ڪيس گذارش ڪئي ته هو فوري طور تي خلافت جون واڳون

سنڀالي وٺي. پر "منصور حلاج" اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو ته حڪومت هٿ ڪرڻ منهنجو مقصد نہ آهي.

منصور جي انڪار ۽ ابنِ عيسيٰ کان اختيارن کسجڻ سبب انقلابي عنصر نہ رڳو پوئتي ڌڪجي ويو بلڪ مايوسي جو شڪار بہ ٿيو.

خليفي فوري طور تي قدم کڻندي "منصور حلاج" ۽ ابنِ عيسيٰ" جي حامين کي حڪومت جي سمورن اهم ڪاتن کان پوئتي ڌڪي ڇڏيو. پوليس، فوج ۽ عدليہ ۾ وڏي پيماني تي تبديليون آنديون ويون، پر عوام ۽ حنبلي جماعت کي مطمئن رکڻ لاءِ "ابنِ عيسيٰ" کي بي اختيار وزير طور برقرار رکيو ويو ۽ ان کان اڳيئر ڪيل سمورن سڌارن کي رد ڪيو ويو.

چون ٿا تہ "منصور حلاج" پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي اباڻن علائقن ڏانهن "اهواز" شهر هليو ويو هيو. جتي هن گوشي نشيني ۽ اڪيلائپ جي حياتي گذارڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو هو.

پر جن حالتن ۾ هن بغداد ڇڏيو، انهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ رياستي اقتدار ۽ رياستي مشينري مان سندس اثرن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ ڪيس بغداد ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو هيو. پر سماج ۾ جنهن تبديلي جو احساس پيدا ٿي چڪو هيو اهو رياستي اقتدار تي مخالف قوتن جي ٻيهر قابض ٿيڻ جي باوجود ختم ٿي نہ سگهيو.

"منصور حلاج" جا حامي وزير "ابنِ عيسيٰ" ۽ "محمد قنائي" پنهنجي مقصد ۾ ناڪام ٿي بي اختيار ٿي ويا هئا. "حنبلي اهلسنت" جيڪا "امام احمد حنبل" جي نظرين ۽ فقهہ کي مڃيندڙ سياسي پارٽي هئي ۽ ان جا تمام محدود مقصد هئا. ان بہ حڪومتي ۽ عوامي سطح تي هنگاما ۽ بيچيني شروع ڪري

ڏني.

حڪومتي عملدارن جي ظلم ستم خلاف اٿندڙ "حنبلي اهل سنت" جي آوازن ۾ عوام به شريڪ ٿي ويو ۽ بغداد جو سڄو شهر هنگامن جي لپيٽ ۾ اچي ويو. فوج ۽ پوليس مفلوج ٿي وئي. رياستي مشنري، فوج ۽ پوليس عوامي مظاهرن اڳيان خلافت جو بچاءُ نہ ڪري سگهي ۽ ان بحران ۾ خليفو "المقتدر بالله" جيڪو اڃان صغير هيو، خلافت کان محروم ٿي ويو.

ان بحران ۾ "حنبلي اهل سنت" وارن اقتدار تي قبضو ڪري ورتو ۽ "ابن المعز" کي خليفو بڻائي ڇڏيو. "ابن المعز" جي اڳواڻي ۾ قائم ٿيل "حنبلي خلافت" اصل ۾ يهودي سرمائيدارن ۽ سندن ايجنٽن جي مفادن تي ڪاري ضرب هئي ۽ رياستي مشينري جا اهي عملدار جيڪي "منصور حلاج" جا حامي هئا. جن ۾ ڪجهہ وزير ۽ ناڻي واري وزارت جا آفيسر شامل هئا، انهيءَ صورتحال کي مستحڪم ڪرڻ ۾ نئين قائم ٿيل حنبلي حڪومت جي مدد ڪرڻ لڳا.

"پر فوجي ڪمانڊر ان تبديلي مان خوش نہ هئا. ڇا ڪاڻ تہ اهي عوامي حمايت سان اقتدار ۾ ايندڙ سياستدانن ۽ دانشورن کي رياستي اقتدار ۾ پاڳي پائيوار ڪرڻ ۾ راضي نہ هئا."

اهل سنت جي حنبلي حڪومت کي عوام جي زبردست حمايت حاصل هئي. پر هڪ گهري سازش وسيلي واپارين ۽ يهودي سيٽپڪارن جن جو ناڻي جي وزارت سان گهرو لاڳاپو هيو. انهن سرڪار کي ناڻو فراهم نہ ڪيو ۽ ان سان گڏ اناج جي فراهمي بہ روڪي ڇڏي.

ان سبب اهڙو اقتصادي بحران پيدا ٿيو جو حنبلي اصلاح پسندن جي حڪومت قائم نہ رهي سگهي ۽ فوجي ڪمانڊرن جي دٻاءَ تي ٻيهر خلافت جو تاج "المقتدر بالله" جي مٿي تي رکيو ويو

جيڪو اڄان صغير هيو.

واپارين جي مشوري تي "ابن الفرات" نالي وزير کي ناڻي واري وزارت ۽ انتظاميہ جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. "ابن الفرات" رياستي مشينري جو سربراهہ بڻجڻ شرط سڀ کان اول "منصور حلاج" جي سرگرمين تي نظر رکڻ لاءِ خفيہ پوليس جو هڪ دستو مقرر ڪيو، "محمد قنائي" کي برطرف ڪيو ويو، جيڪو گرفتاري کان بچڻ خاطر روپوش ٿي ويو.

پروپيگنڊا مشينري مسجدن، درگاهن، خانقاهن، ديني ادارن ۽ ٻين سمورن ذريعن سان اهو ثابت ڪرڻ ۾ لڳي وئي تہ "شرعي خلافت" کي خطرو آهي.

"ابن الفرات" ، "حزب قنائيہ" سياسي جماعت کي بري طرح ڪچلي ڇڏيو ۽ بغداد ۾ "منصور حلاج" جي سمورن ساٿين ۽ دوستن کي گرفتار ڪيو ويو. "حزب قنائيہ" جا سيئي وڏا اڳواڻ قتل ڪرايا ويا ۽ "منصور حلاج" جي ڳولها ۾ مختلف هنڌن تي ڇاپا هنيا ويا.

انهن ڏينهن ۾ "منصور حلاج" پنهنجي هڪ مريد "ڪربنائي" سان گڏ "اهواز" ۾ روپوش هيو. اهواز شهر ۾ حنبلي سنين جي اڪثريت هئي جن منصور کي ٽن سالن تائين خفيہ پوليس ۽ رياستي عملدارن جي نظرن کان لڪائي رکيو. پورن ٽن سالن کانپوءِ جاسوسن "منصور حلاج" کي ڳولي ورتو ۽ هڪ بدعنوان ٽيڪس وصول ڪندڙ عملدار "حامد" مقامي پوليس جي مدد سان سندس پناهہ گاهہ تي ڇاپو هڻي کيس گرفتار ڪري ورتو. گرفتاري کان ستت پوءِ کيس بغداد آندو ويو، جتي کيس اٺڇاڻل مدي تائين جيل حوالي ڪيو ويو.

"ابن الفرات" ، "منصور حلاج" کي گرفتار ڪرڻ جي انعام ۾ "حامد" کي انتظامي مشينري ۾ خاص صلاحڪار جو عهدو

ڏنو. جنهن کي بعد ۾ "منصور حلاج" خلاف خاص طور تي استعمال ڪيو ويو.

"حامد" سڀ کان اڳيرِ انتظامي مشينري مان منصور جي حامين کي ڳولي ڳولي ڪڍيو. پاڻ سالن کان وزارت خزانہ ۾ رهيو هيو ۽ بدعنوانين، غبن ۽ ٺڳين وسيلي وڏي ملڪيت ٺاهي هئائين. پوڙهائپ ۾ بہ عيش عشرت جون محفلون مچائڻ، سونهري لباس پائڻ ۽ شاهاڻي زندگي گذارڻ جو عادي هيو.

زاني، شرابي سرڪاري عملدار ڪانئس خوش هئا. ٿورڙي ڪوتاهي تي بہ غلامن کي سخت سزائون ڏيندو هيو. يهودي سرمائيدارن جا ايجنٽ منجهانئس نهايت مطمئن هئا ۽ "منصور حلاج" جي گرفتاري جي صلي ۾ "ابن الفرات" کان پوءِ عباسي خلافت ۾ "حامد" ئي سڀ کان وڌيڪ با اختيار هيو. جنهن حرص ۽ لالچ جي ماريل ماڻهن کي حڪومتي مشينري جو حصو بڻايو.

"حامد" پنهنجي حڪمت عملين سان اهڙي طرح رياستي مشينري تي ڇانئجي ويو جو وزارت انصاف جا ڪجهہ وڏا آفيسر بہ ساڻس لاڳاپا قائم ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندا هئا. ان سلسلي ۾ "قاضي ابو عمر" جيڪو هڪ ابن الوقت انسان هيو اڳيان اڳيان رهيو، هو پنهنجي هر ڳالهہ کي الهامي چوندو هيو.

ٿورڙي ئي عرصي ۾ خليفو "المقتدر" ۽ سندس خاندان پوري ريت ان گروپ جي هٿن ۾ رانديڪو بڻجي ويو ۽ حڪومت مڪمل طور تي مفاد پرستن جي هٿ ۾ هلي وئي. ان گروپ پنهنجو پاڻ کي مستحڪم رکڻ لاءِ هڪ ٻئي سان مٽيون مائٽيون بہ ڪري ورتيون.

ان وچير هڪ دفعو ٻيهر خراج ۽ ٽيڪس جي معاملي تي پاڻ هرتو احتجاجي مظاهرا ٿيا، جن جي پويان "ابن عيسيٰ" جي

حامين جو هٿ هيو. ان بابت خليفي "مقتدر بالله" هڪ اجلاس ڪوٺايو، جنهن ۾ "ابن الفرات" "حامد" ۽ سندس ساٿين "ابنِ عيسيٰ" جي ان موقف تہ ٽِڪل ۽ ٽيڪس ۾ ڇوٽ ڏني وڃي، جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ "اهڙي ڇوٽ ڏيڻ سان سرڪاري خزاني کي جيڪو نقصان پوندو، انهيءَ کوٽ جو پورائو ڪيئن ٿيندو. تنهن ڪان سواءِ مصر جي فاطمي سلطنت سان وڙهڻ لاءِ گڏ ڪيل فوجن جو خرچ ڪٿان پورو ٿيندو. ان ڪان سواءِ خالي خزانو هن وسيع سلطنت جي معاملن کي گهٽي وقت تائين سنڀالي نہ سگهندو، باقي رهيو عوام تہ اهڙن معاملن ۾ ان جو ڪنڌ ڪٽڻ فطري ڳالھہ آهي ۽ انهن کي سختي سان ڪچلي سگهجي ٿو." خليفي سواءِ ڪنهن فيصلي جي اجلاس ملتوي ڪري ڇڏيو.

"ابنِ عيسيٰ" پنهنجي ساٿي هٿ ۽ وزيرِ دربار "نصر قشوري" جي وسيلي "حنبلي اهل سنت" وارن سان رابطو ڪيو، جيڪي اناج جي ذخيره اندوزي، چوربازاري ۽ اناج جي آزادانہ ورهاست ختم ڪرڻ جي مسئلي تي ٻاهر نڪري آيا ۽ متوقع ڏڪار جي خطري سبب بصري ۽ زيديہ جي عوام وانگر بغداد جي بکايل ۽ اگهاڙن ماڻهن حنبلي جماعت جو ڀرپور ساٿ ڏنو.

بغداد شهر لڳاتار وڳوڙ ۽ فساد جي ور چڙهي ويو. امن امان تباھہ ٿي ويو. اناج جا گودام ڦرجي ويا، جيلن تي حملا ڪري قيدي ڇڏايا ويا ۽ انتظاميہ بيوس بڻجي وئي.

"هڪ عوامي انبوھہ قيدخاني ۾ "منصور حلاج" کي ڳولهيو ۽ پاڻ سان گڏ هلڻ جي درخواست ڪئي پر "منصور حلاج" جيل ڪان فرار ٿيڻ ڪان انڪار ڪيو." هنگاهن سبب "حامد" بغداد ڇڏي "واسط" شهر ڏانهن ڀڄي ويو.

هنگامن ۽ فسادن کي روڪڻ لاءِ خليفي "مقتدر بالله" "ابنِ عيسيٰ" جي مشوري سان اعلان ڪيو تہ اناج جي چوربازاري ۽

ذخيره اندروزي نہ ڪئي ويندي ۽ ان جي قيمت بہ نہ وڌائي ويندي.
"ابنِ عيسيٰ جي تدبر ۽ حڪمت عملي سان عوام کي مهانگائي ۽ ڏڪار جي ظلم کان نجات ملي وئي. فساد ختم ٿي ويا ۽ عوام جي ڪاوڙ ڍري ٿي وئي.

يهودي سرمائيدارن جي اقتصادي مفادن کي هڪ دفعو ٻيهر ڌڪ لڳو تہ انهن جي نظر رومي نسل جي فوجي جنرل "مونس" تي پئي جيڪو مصر جي فاطمين جي جدوجهد کي تازو تازو ڪچلي واندو ٿيو هيو. "مونس" شراب ۽ عورتن جو شوقين هيو. سندس ڪمان هيٺ فوجن ۾ سدائين خوبصورت عورتن جو هڪ قافلو بہ عياشي لاء هوندو هيو.

"مونس" فوجي بجيٽ ۾ غبن ۽ رشوت وسيلي بي پناھ دولت گڏ ڪئي هئي، جنهن جي مدد سان هن ڪيترن ئي فوجي آفيسرن ۽ سپاهين کي پنهنجي ذاتي ملازمن جي حيثيت ڏني هئي. يهودي سرمائيدارن ۽ نفعي خور واپارين، عورتن ۽ رشوت وسيلي کيس پنهنجو ڪيو ۽ کيس باور ڪرايو تہ عباسي خلافت جو وجود سندس فوجي طاقت تي قائم آهي.

هڪ خاص منصوبي هيٺ کيس بغداد گهرايو ويو ۽ هو شاهاڻي انداز ۾ بغداد پهتو تہ خليفي سندس وڏو خيال ڪيو، ڇاڪاڻ تہ عباسي خلافت جو بنياد چڻ فوجي طاقت ئي هئي.

"مونس" جي بغداد ۾ قدم رکڻ سان "حامد" پڻ "واسط" مان بغداد موٽي آيو ۽ ٻئي گڏجي عباسي سلطنت ۾ واپارين جو اقتصادي غلبو قائم رکڻ جي ڪوشش ۾ مصروف ٿي ويا.

"مونس" جهڙي فوجي جنرل جي فوجي دٻاء جو فائدو وٺندي حامد، ابن عيسيٰ ۽ نصر قشوري کي دڳ تان هٽائڻ لاء هڪ نئين راند ڪيڏي جنهن جو مقصد ان وقت جي نج سماجي ۽

معاشي مسئلن تان عوام جو ڌيان هٽائڻ هيو. مونس ۽ حامد جي مشورن سان خليفي، قانون ۽ خزاني جي وزارتن جي آفيسرن کي تبديل ڪري ڇڏيو، جنهن سان هڪ دفعو وري انتظامي مشينري تان ابنِ عيسيٰ جو ڪنٽرول ختم ٿي ويو.

حامد، بغداد جي سيني مسجدن، سرڪاري گرانٽ تي هلندڙ ديني ۽ علمي ادارن جي ذريعي "منصور حلاج" جي مسئلي کي ٻاهر ڪڍي آيو ۽ عوام کي "شرعي حڪومت" جي حمايت ۾ اڀارڻ لاء اهو نعرو ڏنو ويو تہ "منصور حلاج" تي ڪيس هلايو وڃي.

سماجي بيچيني ۽ ڇڪتاڻ جي مقابلي ۾ "منصور حلاج" جو مسئلو جنهن رنگ سان پيش ڪيو پئي ويو، ان جا مقصد واضح ۽ چٽا آهن. هڪ طرف اناج جي ذخيره اندوزي ۽ ڍل/ٽيڪس جي وصولي ۾ سختي جي مسئلي کي دٻائڻ لاء گهٽين ۽ رستن تي ڪرائي جا ماڻهو منصور جو مسئلو پيش ڪري رهيا هئا تہ ٻئي طرف ابنِ عيسيٰ ۽ نصر قشوري کي خليفي جي نظرن کان ڪيرائڻ لاء مونس جي فوجي دٻاء کي استعمال ڪيو پئي ويو.

حامد کي ان سازش ۾ اها ڪاميابي ٿي تہ عام ماڻهو بہ منصور جي مسئلي ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا. منصور جي مسئلي کي شرعي حڪومت لاء هڪ چئلينج ثابت ڪرڻ لاء ڪرائي جي ماڻهن کان فساد بہ ڪرايا ويا. ان مقصد جي لاء يهودي سرمائيدارن وڏي پيماني تي ڏوڪڙ بہ خرچ ڪيا ۽ بغداد جي گهٽين ۾ " منصور کي ڦاهي ڏيو" جا نعرا گونجڻ لڳا.

ان وچير حامد، ڍل ۽ ٽيڪس وصول ڪرڻ جا ظالمانا طريقا بہ نافذ ڪرائي ڇڏيا ۽ انتهائي شاطرانہ انداز ۾ منصور کي اهم ترين مسئلو بڻائي پيش ڪيو. هترادو ڪرايل هنگامن کي جواز بڻائي، منصور خلاف شرعي ڪاروائي جي شروعات ڪرڻ هڪ

وڏي سازش هئي.

حڪومت وزارت قانون جي من پسند ماهرن کان استفائو جوڙايوجنهن ۾ اهو الزام لڳايو ويو ته " منصور جن عقيدن جو مبلغ آهي، اهي عقيدا سڌو سنئون شريعت سان ٽڪراءَ ۾ آهن، منصور ڪافر آهي ۽ موت جي سزا جو حقدار آهي."

وڏي محنت سان منصور جي مخالفن کي گڏ ڪيو ويو. جڏهن ججن جي پينل جي جوڙجڪ جو مرحلو آيو ته هڪ نام نهاد قانوندان "ابو عمر" کان سواءِ حڪومت کي ڪو به ٻيو شخص هٿ ڪو نه آيو. "ابو عمر" عطرن جو شوقين ۽ هر سانچي ۾ فٽ ٿي وڃڻ وارو شخص هيو.

حامد، وزير اعليٰ جي حيثيت سان نائب وزير ابنِ عيسيٰ ۽ وزير دربار نصر قشوري کي حڪم ڏنو ته اهي ٻئي اهو ڪيس خلافت پاران ڪورٽ ۾ پيش ڪن، ڇاڪاڻ ته شرعي معاملن جي حفاظت، خلافت ئي ڪري سگهي ٿي. ان سلسلي ۾ منصور جي تقريرن ۽ تحريرن کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو ويو.

"منصور خلاف نو سالن کان پوءِ هڪ دفعو ٻيهر ڪيس جي ڪاروائي جا مخصوص مقصد هئا، جن ۾ ان ڳالهه کي اوليت ڏني وئي هئي ته عوام جي سياسي، سماجي ۽ معاشي بيچيني کي مذهبي رنگ ڏئي رياستي اقتدار تي مخصوص ٽولي جي قبضي کي برقرار رکيو وڃي."

مونس ۽ حامد جي دٻاءَ سان خلافت تيز رفتاري جو مظاهرو ڪرڻ شروع ڪيو. ابو عمر قانون واري وزارت جي تيار ڪيل استفائي جي ٻڌڻي شروع ڪئي ۽ پاڙي تي چوراسي (84) شاهد آندا ويا، انهن ڪوڙن شاهدن منصور جي فڪر کي ملحدائو ثابت ڪرڻ لاءِ بيان ڏنا. حڪومتي عالم، قانوندان ۽ قاري به پيش ڪيا ويا، جن منصور جي مخالفت ۾ پنهنجا رايا ڏنا.

صوفين مان مشهور بزرگ "حضرت جنيد بغدادي" کي پڻ ڪورٽ ۾ پيش ٿي منصور حلاج بابت صوفياڻو نڪتہ نظر پيش ڪرڻ لاءِ چيو ويو، پر پاڻ انڪار ڪيائين.

خليفيٰ کي خدا اڳيان جوابدار هجڻ وارو مڪالمو ڪندڙ ابنِ عيسيٰ جهڙا وزير اهڙي صورتحال ۾ بيوس هئا. منصور جي معاملي ۾ خليفي لاءِ سخت رويو اختيار ڪرڻ سبب ابنِ عيسيٰ، خليفي جي نظرن مان ڪري پيو هيو.

هاڻي خليفي جي چوڌاري اهڙن ماڻهن جو گهيرو هيو، جيڪي خليفي کي ڪنهن جي اڳيان جوابدار نہ سمجهندا هئا ۽ دربار کان وٺي خليفي جي حرم تائين انهن جو گهيرو هوندو هيو.

ابنِ الفرات جيڪو خليفي المقتدر بالله جو نگران بہ رهي چڪو هيو، رياستي پاليسين تي حامد جي مڪمل ڪنٽرول جو ڀاڱي ڀائيوار هيو. هن اناج جي چور بازاري مان تمام گهڻو ڪمايو هيو ۽ سون جي هڪ وڏي مقدار جي نذراني خليفي کي مٿس تمام گهڻو مهربان بڻائي ڇڏيو هيو.

ابن الفرات هڪ طئي ٿيل منصوبي هيٺ حبشي غلامن کي خليفي جي حرم سرا جي خواجہ سرائن ۾ ڀرتي ڪري ڇڏيو هيو تہ جيئن اهي خليفي جي فيصلن تي سندس ماءُ کي بہ اثر انداز ٿيڻ نہ ڏين. اهڙي ريت منصور کي شرعي حڪمن جي آڙ وٺي قتل ڪرڻ جا منصوبا تيزيءَ سان مڪمل ڪيا پئي ويا.

"سرڪاري عالمن ۽ قانوندانن انهيءَ ڪيس جي اهڙي انداز ۾ تشريح ڪئي، جڻ اهو سماج جي هر فرد جو مسئلو آهي. مڪاري ۽ رياڪاري جي ان ڊرامي کي ان نموني اسٽيج ڪيو ويو، جو سندن فنڪاري سبب عوام جي وڏي اڪثريت شرعي حڪمن جي تقدس جي حفاظت جي پروپئگنڊا مان بري طرح متاثر ٿي ۽ سڀ ڪجهہ وساري انهيءَ ڪيس تي نظرون ڄمائي ويٺي."

منصور خلاف ڪيس جي فيصلي کان اڳ ۾ ٿي بنيادي گواهه "عبدالله بن مڪرم" کي رشوت طور "قاهره" جو سرڪاري وڪيل مقرر ڪيو ويو هيو ۽ عوام ۾ "مُثلہ" جي سزا منصور کي ڏيڻ بابت افواهون پکيڙيون وڃڻ لڳيون. مُثلہ ڇا آهي؟ ان بابت مسجدن، ديني درسگاهن ۽ علمي ادبي ادارن ۾ ڊرامائي وضاحتون ڪيون ويون ۽ عوام ۾ مُثلہ جي سزا کي هڪ دلچسپ منظر بڻائي پيش ڪيو وڃڻ لڳو.

"منصور خلاف هڪ بنيادي الزام اهو به هيو تہ هن "اُهدِم الڪعبة" يعني "ڪعبي کي ڊاهي ڇڏ." چيو آهي ۽ ظاهري معاملن جي شرعي ماهرن ان مان اهو مطلب ڪڍيو تہ "منصور جي نيت ۾ بيت الله شريف کي ڊاهڻ آهي."

ڪيس جي هلندي دوران ان مسئلي تي ججن ۾ اختلاف پيدا ٿي ويو. ڇاڪاڻ تہ ججن مان هڪ جج "ابنِ بهلول" منصور جي انهيءَ جملي جو مطلب "ڪعبہ اصنام بدن" کي ويران ڪرڻ يعني دل مان غير ڪڍي صاف ڪرڻ بيان ڪيو ۽ ٻين ججن پاران ڪيل تعبير سان اختلاف ڪيو. ان تي "ابو عمر" ججن جي پينل مان "ابنِ بهلول" کي ڪڍي ڇڏيو ۽ هڪ ڪمزور ترين شخص "ابو الحسين اشنائي" کي شامل ڪيو.

ان وچير حنبلي اهلسنت پاران منظم مظاهرا ڪرايا ويا ۽ بغداد جي گهٽين ۾ حامد جو ماتم ڪيو ويو. سندس اقتصادي پاليسين جي مذمت ڪئي وئي ۽ منصور جي آزادي جو مطالبو ڪيو ويو. انهن مظاهرن جي اڳواڻي منصور جو هڪ فڪري دوست "ابنِ عطا" ڪري رهيو هيو.

هنگامن جو زور نہ ٽٽو تہ منصور جي حامي نائب وزير "ابن عيسىٰ" ۽ بغداد جي هڪ با اثر ۽ عام راءِ تي اثر انداز ٿيندڙ شخصيت "طبري" ۽ ٻين ماڻهن کان انهن هنگامن خلاف بيان

ڏياريا ويا ۽ تقريرون ڪرايون ويون، جن ۾ شهرين کي فسادن کان پاسو ڪرڻ لاءِ چيو ويو.

"حنبلي اهل سنت جماعت" جي هڪ سرڪش گروهه رات جو "طبري" جي گهر کي باهه ڏئي ڇڏي، "حامد" هنگامن کي روڪڻ لاءِ وڏي بيرحمي جو مظاهرو ڪيو. فوج ۽ پوليس بغداد شهر جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ چوڪيون قائم ڪري ورتيون ۽ مظاهرين جي اڳواڻ "ابنِ عطا" کي گرفتار ڪري منصور خلاف ڪيس ۾ گواهي لاءِ چيو ويو. چاڪاڻ ته اجا تائين استغاثه پاران منصور خلاف ڪا پڪي پختي ثابتي پيش نه ڪئي وئي هئي.

ابنِ عطا کي حامد اڳيان پيش ڪيو ويو ۽ منصور بابت ڳالهه ٻولهه ٿي ته ابن عطاء بيمثال جرئت سان چيو ته: "تون جيڪو ظالماڻي شرح سان ڊل ۽ ٽيڪس وصول ڪرين ٿو، اهو مذمت لائق آهي ۽ نيڪو ڪارن جي عمل جي خلاف آهي. ۽ تو کي ڪو به حق نه آهي ته منهن جي مسلڪ تي اعتراض ڪرين. ۽ مان منصور وانگر خداوند واحد سان وصال رکان ٿو ۽ اهو عمل هر لحاظ کان بزرگي ۽ عظمت جو مظهر آهي."

ابنِ عطا وڏي بيباڪي سان حامد سان گفتگو ڪئي ۽ پنهنجي موقف جي باري ۾ پر عزم ڳالهيون ڪيون. حامد جو اصل مطلب ابنِ عطا کي مظاهرن ۽ حنبلين جي حمايت کان پاسيرو رکڻ هيو. پر سندس بحث حامد ۽ سندس محافظن لاءِ ناقابل برداشت ٿي ويو، جن ابنِ عطا تي تشدد ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ان تشدد سان ابنِ عطا ان وقت ئي گذاري ويو.

ابنِ عطا کي جنهن انداز ۾ حڪومت جي ايوان ۾ قتل ڪيو ويو، ان تي حنبلي اهل سنت وارن بغداد شهر جي نظام کي درهم برهم ڪري ڇڏيو ۽ انهن ئي هنگامن ۾ "قاضي ابو عمر"، منصور حلاج خلاف هلندڙ ڪيس جو فيصلو ٻڌائيندي ڪيس موت

جي سزا ٻڌائي ڇڏي ۽ لکيو ته ”منصور جو اهو قول ته حج جي ادائگي لاءِ دل جي ڪعبي جي زيارت ڪافي آهي، حج کان بي نيازي جو دليل آهي منصور حلاج جو معاملو ”قرامطہ“ جهڙو آهي جيڪي ڪعبة الله کي ڊاهڻ جي پويان آهن ۽ منصور کي ان ڏوهہ ۾ موت جي سزا ڏيڻ گهرجي.“

عدالت جي ان فيصلي تي عمل ڪرائڻ لاءِ حامد تڪڙ ڏاڍي جلد بازي ڪئي. سزا جي توثيق لاءِ ڪاغذ خليفي اڳيان پيش ڪيا ويا. انهن ڏينهن ۾ خليفو بيمار هيو ۽ سندس ماءُ پنهنجي پٽ تي زور رکيو ته هو سزا جي توثيق نہ ڪري.

خليفي بخار جي حالت ۾ حڪم ڏنو ته منصور کي سزا نہ ڏني وڃي. حامد ان ڊرامي کي ايئن ختم ٿيندي ڏٺو ته ان ”جنرل مونس“ سان ساز باز ڪئي ۽ ٻنهي گڏجي ان وقت خليفي وٽ پهتا ۽ حامد سڄو زور ان ڳالهہ تي ڏنو ته جيڪڏهن منصور کي سزا نہ ڏني وئي ته ڪو تمام وڏو انقلاب اچي سگهي ٿو. جيڪو خلافت کي ئي لوڙهي ڇڏيندو.

خليفو حامد جي دليلن کان گهبرائجي ويو ۽ مسئلو سياڻي تي ٽاري ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن تي مصر ۾ فاطمي شورش کي ڪچلڻ جي خوشيءَ ۾ حامد ”ڪمانڊر مونس“ جي مان ۾ جشن جي دعوت ڪئي. ان موقعي تي خليفي ٻہ حڪم جاري ڪيا، جن مان هڪ منصور کي موت جي سزا ڏيڻ جي فيصلي جي توثيق جو هيو.

منصور خلاف ڪيس جي ڪاروائي جي نتيجي ۾ موت جي سزا جو فيصلو عوام مٿان وڄ ٻڌجي ڪريو ۽ انهن مٿان ماتار طاري ٿي وئي. حامد سيئي اختيار پنهنجي هٿن ۾ وٺي ورتا هئا ۽ فوجي ڪمانڊرن جي ڪيس مڪمل حمايت حاصل هئي. هن عدالت جو فيصلو اچڻ کان اڳ ئي حفاظتي قدم سخت ڪري

چڙهيا هئا. رات وچ ۾ حنبلي اهل سنت جي اڳواڻن ۽ ابنِ عطا جي پوئلڳن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ بغداد ۾ فوج گشت ڪرڻ لڳي.

محڪومن، مجبورن، غلامن ۽ استحصال جي ماريل عوام جون دليون ڦٽجي پيون ۽ منصور جي خلاف موت جي سزا جي فيصلي کي شريعت مطابق ثابت ڪرڻ لاءِ پروپيگنڊا مشينري چرپر ۾ اچي وئي. خليفي کي اهو ٻڌائڻ لاءِ ته عوام پاران منصور کي سزا ڏيڻ جي آجيان ڪئي وئي آهي. خوشامدڙين جا وفد، ڏانهس موڪليا ويا.

جيل ۾ جڏهن منصور حلاج کي انهيءَ فيصلي جي خبر ٻڌائي وئي ته هن خبر آڻڻ واري کي چيو ته "حاڪمن کي چئجو ته موت جي سزا جو فيصلو منصور جي پراڻي خواهش جي تڪميل آهي ۽ اهو وقت جلد اچڻ وارو آهي جڏهن مان رت سان وضو ڪري عشق جي نماز ادا ڪندس ۽ شريعت جي حفاظت جو فرض جان ڏئي ادا ڪندس."

# شهادت

ابنِ صريع ۽ ابنِ عيسيٰ، منصور جي حامي وزيرن ۽ آفيسرن، خليفي مقتدر جي ماءُ سان رابطو ڪيو جيڪا رومي نسل جي هئي، تہ جيئن منصور جي موت جي سزا تي عمل روڪرايو وڃي. پر هڪ گهري سازش هيٺ خليفي جي ماءُ جو ڪو بہ نياپو حرم ڪان ٻاهر اچي نہ سگهيو.

"ڪجهہ سچائي پسند دانشورن ۽ قانوندانن منصور جي موت جي سزا واري شرعي فيصلي کي غير معتبر قرار ڏنو ۽ شرعي ڪورٽ جي اٽڪلاٽي جي دليل بڻائي چيو تہ منصور کي ڏنل سزا سياسي حالتن جو نتيجو آهي ۽ صوفياڻي حال يا غيبي الهامن جو ادراڪ انهيءَ ڪورٽ جي ججن جي وس کان ٻاهر آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي جج باطني ۽ روحاني ماهرن سان ڪو واسطو نٿا رکن. منصور حلاج پيغامبرن وانگر ڏک ڏاکڙا برداشت ڪرڻ ۽ آرزوئن جو مجسمو آهي."

پر انهن راست باز، قانوندانن ۽ دانشورن جي مقابلي ۾ انهن آوازن کي وڏيڪ اهميت ڏني وئي، جيڪي رياستي اقتدار جي مرضي پويان پنهنجي مسند بچائڻ خاطر ان فيصلي کي شرعي قرار ڏئي رهيا هئا. ٻئي طرف يهودي سرمائيدارن جا خفيہ هٿ بيحد خاموشي سان پنهنجي ڪمن ۾ مصروف هيا.

صوفين مان "شبلي" ۽ "ابنِ خفيف" کي منصور حلاج کي موت جي سزا ڏيڻ وارو فيصلو ڳرو لڳو ۽ اهي ٻي حال تي ويا. مفاد پرستن ان فيصلي تي اطمينان جو اظهار ڪيو، پر بغداد شهر

تي سانت چانئجي وئي.

"حامد" فوج ۽ پوليس جي سربراهن سان امن امان جي صورتحال بابت هڪ اجلاس ڪيو ۽ ٢٣ ذوالحج سن ٣٠٩ هجري تي بغداد ۾ منصور کي قتل ڪرائڻ جو اعلان ڪيو پر عين وقت تي رياستي مشينري ۾ "غالي شيعن" جي حامي ڪجهه آفيسرن جي غير محسوس مداخلت سان ان اعلان تي عمل نه ٿي سگهيو.

٢٣ ذوالحج جي رات جو پوليس ۽ فوج جي حفاظت ۾ منصور حلاج کي جيل مان بغداد جي مرڪزي ٿاڻي "بابِ خراسان" جي لاڪپ ۾ آڻي بند ڪيو ويو ته جيئن ڏينهن جي وقت ماڻهو منصور کي "بابِ خراسان" آڻيندي ڏسي نه سگهن.

منصور، "بابِ خراسان" جي ڪاري ڪوٺي ۾ بند هيو. رات جي پوئين پهر منصور چيو "شهادت منهنجي نصيب ۾ آهي ۽ آخرت جي ڏينهن مان فاتحاڻي انداز ۾ اٿي ڪڙو ٿيندس."

٢٤ ذوالحج جو سج اڀريو ته بابِ خراسان ۾ دجلي درياهه جي ڪناري تي سوري تيار هئي. ڪرائي جا ماڻهو ڪٺا ٿيل هيا. جيڪي منصور جي قتل تي خوشي وچان نعرا هڻي رهيا هئا.

بغداد شهر جي رستن ۽ گهٽين ۾ ماڻار هڻي ۽ فوج پاران اهم هنڌن ۽ چونڪن تي چوڪيون قائم ڪيل هيون.

مُثلہ (1) جي سزا مطابق منصور کي لاڪپ مان ڪڍي سُوري جي تختي تي بيهاريو ويو ۽ سندس هٿ پير تختن سان ٻڌايا ويا. ڪرائي جي ماڻهن پٿر ۽ جلادن ڪيس ڦٽڪا هنيا. ان وچم شهر ۾ ڪجهه جاين تي منصور جي حامين وڳوڙ ڪيو ۽ دوڪانن کي باهيون ڏنيون.

وڳوڙ جي خبر بابِ خراسان پهچڻ تي سزا کي جلد پڄاڻي تائين پهچائڻ لاءِ چيو ويو. سڀ کان اڳ ۾ منصور جا هٿ ڪپيا

ويا. منصور هڪ ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين "ٻڌل انسان جا هٿ ڪپڻ سولو ڪم آهي، مرد اهو آهي جيڪو انهيءَ دستِ صفات کي ڪپي جيڪو عرش جي مٿي تان پٽڪو لاهي وٺي ٿو."

پوءِ سندس پير ڪپيا ويا. منصور مرڪي چيو "انهن پيرن سان ته مان مٽي تي سفر ڪندو هيس. پر منهنجا باطني پير موجود آهن جيڪي هن وقت به ٻنهي جهانن جو سفر ڪري رهيا آهن جيڪڏهن ٿي سگهي ته اهي به ڪپي ڇڏيو."

پوءِ منصور ڪپيل رت هاڻن هٿن کي چهري تي مليو ۽ چهري سان گڏ ڪرايون به رت هاڻيون ڪري ڇڏيائين. هجوم مان ڪنهن پڇيو ته "تون ائين ڇو ٿو ڪرين"؟

منصور وراڻيو "منهنجو رت وهي رهيو آهي، جنهن سبب منهنجو چهرو پيلو ٿي ويو هوندو توهان سمجهندئو ته اها پيلاڻ خوف ۽ ڊپ سبب آهي. ان لاءِ پنهنجي منهن تي خون مليو اٿم ته جيئن توهان جي اڳيان سرخرو رهان. ڇاڪاڻ ته مردن جي سرخي سندن خون سان ٿيندي آهي"!

انبوهه مان ڪنهن پڇيو ته "چهري کي ته لهوءَ سان لال ڪيو اٿئي پر ٻانهن تي رت ڇو مکي اٿئي"؟

منصور وراڻيو "وضو ٿو ڪريان."

پڇيائونس "وضو ڇا لاءِ ٿو ڪرين."

منصور جواب ڏنو "ٻڌو! عشق جي نماز ٻه رڪعت آهي جنهن جي لاءِ وضو رڳو رت سان ئي ٿي سگهي ٿو."

ان کان پوءِ جلاد سندس اکيون پٽ ڪڍي ڇڏيون، جنهن تي منصور چيو "منهنجون باطني اکيون هاڻي به ان کي ڏسي رهيون آهن جيڪو منهنجي طلب ۽ گهرج آهي."

چون ٿا ته جيڪو هجوم سندس موت جو منظر ڏسڻ آيو

هيو، سندس اهڙي گفتگو ٻڌي ترپي اٿيو. ڪجهه ماڻهو منصور لاءِ گوڙها وهائي رهيا هئا ۽ ڪجهه ڪيس پٽي هٽي رهيا هئا. هجوم جي بدلجندڙ ڪيفيت کي ڏسندي "حامد" جي حامي آفيسرن اڳتي وڌي سندس زبان ڪپڻ گهري ته منصور چيو: "ڪجهه ترسو ته مان آخري ڳالهه به چئي ڇڏيان".

پوءِ منصور آسمان ڏانهن منهن ڪري چيو: "الاهي! انهيءَ تڪليف ڪان جيڪي هي ماڻهو منهنجي لاءِ ڪري رهيا آهن، کين محروم نه ڪر ۽ ان دولت کان کين محروم نه ڪر جيڪا منهنجي قتل جي صلي ۾ کين ملڻي آهي." جڏهن منصور جي زبان ڪپي وئي ته سج لٿي جي نماز جو وقت هيو. سر ڪپڻ جي آخري رسم باقي هئي ۽ ان جو حڪم خليفي ذريعي حامد کي ڏيڻو هيو ۾ خليفي سان سڄي رات حامد جي ملاقات نه ٿي سگهي، سندس منڊي لاهڻ جو ڪم ٻئي ڏينهن لاءِ ملتوي ڪيو ويو ۽ سڄي رات منصور دار تي لٽڪيل رهيو. چون ٿا ته "شبلي" سڄي رات سوري جي تختي هيٺان گذاري.

ٻئي ڏينهن صبح جو منصور جو ڪهيل سر، سوريءَ تان هيٺ ڪريو ۽ سوني ٿالهه ۾ رکي مٿان ريشمي رومال ڏئي خليفي جي خدمت ۾ اماڻيو ويو.

سندس ڌڙ کي سوريءَ تان لاهي تيل مان ٻوڙي باهه ڏني وئي. جڏهن سندس جسم خاڪ ٿي ويو ته هڪ مٿانهين مناري تان سندس رک کي دجلي جي لهرن حوالي ڪيو ويو.

انهيءَ ميدان ۾ موجود ماڻهن مان ڪجهه ماڻهن بعد ۾ ٻڌايو ته منصور کي تخته دار تي ٽنگڻ ۽ "مثلہ" ڪرڻ دوران سندس زبان مان ڪجهه اهڙيون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون جيڪي اڳ ۾ ڪنهن به بيان نه ڪيون هيون.

”اي خدا! تون ڪهڙي طرح ان ڪي دوست نہ ڪندين جنهن تنهن جي راهہ ۾ ڏک ڏنا آهن. واحد لاءِ اهو ئي ڪافي آهي تہ هو واحد سان ملي هڪ ٿي وڃي.“

”اسان تنهنجي ديدار ڪرڻ لاءِ اچي رهيا آهيون.“ منصور جي قتل تي شبلي ڪليل لفظن ۾ ماڻهن کي چيو تہ ”منصور جي شهادت هڪ اهڙو گوهر آهي جنهن جو هٿ اچڻ ڏکيو آهي. ان جي عزت ڪرڻ گهرجي ۽ دل ۾ لڪائي رکڻ گهرجي تہ جيئن آخرت تائين ثمر جو ڪم ڏئي.“

منصور جي قتل تي بغداد جي شهر کي ماڻهن اٿلائي پٿلائي ڇڏيو، امن امان تباهہ ٿي ويو، حامد ۽ منصور جا پيا قاتل بغداد ڇڏي ڀڄي ويا. خليفي جي حرم تي ماٺ طاري ٿي وئي. خليفي جي ماءُ منصور جي قتل کان پوءِ ويڳاڻي ٿي حرم جي وٽن هيٺان ويٺي هوندي هئي. هن پنهنجي پٽ کان بہ منهن موڙي ڇڏيو ۽ منصور جي سر کي هڪ سال تائين پنهنجي حفاظت ۾ خزاني ۾ رکيو. پوءِ خراسان ۾ پنهنجي ياءُ جي حوالي ڪيائين جنهن زمين جي هڪ ٽڪري ۾ دفن ڪرائي منصور جي زيارت گاهہ ٺهرائي ڇڏي.

اتي منصور حلاج جي ڪهاڻي جي پڄاڻي ٿئي ٿي پر تاريخ جي پڄاڻي ڪو نہ ٿي ٿئي!!

---

(1) ”مثلہ“ عربن ۾ هڪ رسم هئي جنهن موجب پنهنجي دشمن کي مارڻ وقت يا ڪيس مارڻ کان پوءِ سندس هٿ پير ڪپي، چهرو مسخ ڪيو ويندو هئو ۽ لاش جي بيحرمتي ڪئي ويندي هئي. رسول ڪريم جن جنگين ۾ ائين ڪرڻ کان سخت منع فرمائي هئي. (سنڌيڪار)

# شهادت کان پوءِ

سوريءَ تي چڙهڻ کان اڳ واري رات، لاکپ ۾ رات جي پوئين پهر جنهن آخري ماڻهو منصور سان ملاقات ڪئي، ان جو نالو "ابراهيم فاتڪ" هيو. سندس بيان موجب منصور پرسڪون هيو، سندس چهري تي قدسي جلال چانيل هيو ۽ هن دعا کان واندو ٿي "ابراهيم فاتڪ" کي چيو:

"شهادت منهنجو مقدر آهي ۽ آخرت جي ڏهاڙي جڏهن مان اٿي کڙو ٿيندس ته ڪاميابي منهنجي پلوَ ۾ هوندي."

صبح ٿيڻ کان اڳ منصور ملڻ وارن سان ڪجهه ڳالهيون ڪيون ۽ پنهنجون لکيتون سندن حوالي ڪيون. پوءِ فجر جي اذان تائين سجدي ۾ رهيو. هن لاکپ ۾ نماز ادا ڪئي ۽ دير تائين گوڏا پيچي ويٺو رهيو، ان کان پوءِ هن ڪنهن سان به نه ڳالهايو.

بابِ خراسان ۾ سج اڀريو ته منصور پنهنجي خدمتگار کي چيو "هي منهنجي رک کي دجلي ۾ وهائي ڇڏيندا ته دجلي ۾ طوفان اچي ويندو ۽ مان نٿو چاهيان ته بغداد غرق ٿي وڃي. ان وقت تون منهنجي گودڙي درياهه ۾ اڇلائي ڇڏجانءِ ته جيئن طوفان رڪجي وڃي."

پوءِ ۲۴ ذوالحج جو سج اڀري لهي ويو ته شام کان اڳ هڪ مناري تان منصور جي رک دجلي درياهه ۾ وهائي وئي. خاڪ مان آواز اچي رهيو هيو:

انا الحق - انا الحق - انا الحق - انا الحق.

ان سان گڏ درياهه جو پاڻي ڪنارن کان ٻاهر اچي ويو، ان

وقت خدمتگار منصور جي گودڙي درياھ ۾ اڇلائي ته رک خاموش ٿي وئي، درياھ جو پاڻي پرسڪون ٿي ويو. خادم بچيل رک جمع ڪئي ۽ دفن ڪرڻ لاءِ ڪٽي ويو.

جنهن جاءِ تي منصور کي سوريءَ تي لٽڪايو ويو هيو، ان جي هيٺان منصور جو دوست شبلي سڄي رات قرآن شريف جي تلاوت ڪندو رهيو. ٻئي ڏينهن تي ماڻهن شهادت واري جاءِ جي زيارت ڪئي ته جتي جتي منصور جي رت ڪري هئي اتي ڪين الله جو اسم نقش ٿيل ڏسڻ ۾ آيو.

منصور جي شهادت کان پوءِ خليفي جي محل تي موت جي ماٺ ڇانئجي وئي هئي. خليفي جي ماءُ محل جي باغ ۾ حوض جي ڪناري تي ڏک جي تصوير بڻيل ويٺي هوندي هئي. هن منصورؒ جي ڪپيل سر کي خليفي کان حاصل ڪيو ۽ سال تائين منصور جو ڪپيل سر مختلف هنڌن ڏانهن موڪليو ويڻ لڳو پوءِ خليفي جي ماءُ ان کي احترام سان خزاني ۾ رکرائي ڇڏيو ۽ پنهنجي ياءُ جي مزار ويجهو هڪ جاءِ منصوري زيارت گاھ جي نالي سان پڻ وقف ڪري ڇڏيائين.

رياستي اقتدار جي ڇڪتاڻ شروع ٿيڻ سان ڪمانڊر ان چيف مونس حنبلي باغين کي ڪچلي ڇڏيو. خليفو ان ڇڪتاڻ ۾ بيوس ٿي ويو. انهيءَ ڇڪتاڻ بعد ۾ ٣١٧ هجري واري خونريز جدوجهد جو روپ ورتو. باغين مکي شريف تي حملو ڪري انکي تباھ ڪري ڇڏيو ۽ مونس جي هوس ۽ اقتدار جي بک خزانو خالي ڪري ڇڏيو.

منصور حلاج جي دشمن بيپناھ قرلت ڪئي ۽ ڪيس رستي تان هٽائڻ وارن کي يقين هيو ته هن منصور ۽ سندس حامين کي سندس فکر سميت ختم ڪري ڇڏيو آهي حڪومتي هدايتن تي

منصور کي عوام جي نظرن کان ڪيرائڻ لاءِ تحريرن ۽ تقريرن جا سلسلا جاري رهيا ۽ سنگدلاڻي انداز ۾ سندس ڪردار ڪشي به جاري رهي.

پر منصور حلاج جي سچائي ۽ مقبوليت جي مشعل بردارن جو قافلو روان دوان رهيو. رياستي مشينري تي قابض وزير اعظم جا اختيار رکندڙ "نصر" هڪ ضابطو جاري ڪيو، جنهن موجب منصور حلاج جي پڙهڻ، ڏيڻ ۽ پوئلڳن کي ڪافر قرار ڏنو ويو. ۽ اهو دليل ڏنو ويو ته "منصور حلاج کي قانون موجب شرعي سزا ڏني ويئي آهي، جيڪا ان ڳالهه جو بنياد فراهم تي ڪري ته منصور جي مڃڻ وارن کي اسلام جي دائري مان خارج ڪيو وڃي."

پر عوام پاران ان ضابطي کي مڃڻ کان انڪار ڪيو ويو ۽ عوامي دٻاءَ تي مجبور ٿي حڪومت پاران اهو ضابطو واپس ورتو ويو. منصور حلاج جي شهادت جي خبر مينهن واءُ وانگر پکڙجي وئي هئي ۽ منصور جي قاتلن خلاف عام نفرت جو اظهار ڪيو پئي ويو. خراسان ۾ منصور جي زيارت گاهه عوام لاءِ ڪشش جو مرڪز بڻيل هئي.

منصور جي هڪ پوئلڳ "احمد بلخي" رات جي اونداهي ۾ منصور جو آواز ٻڌو ۽ قرآن شريف جي ان آيت جي انڪشاف تي جهومي اٿيو:

" نه انهن هن کي قتل ڪيو ۽ نه دار تي چاڙهيو" .

منصور جي پوئلڳ "ظاهر سرخسي" هڪ صبح جو اعلان ڪيو ته "مون منصور کي ڏٺو آهي. هو چهري تي نقاب چاڙهي، هٿ ۾ نيزو کڻي بغداد جي هڪ بازار مان گذري رهيو آهي." ڪجهه عرصي کان پوءِ "ظاهر سرخسي، بغداد پهتو ته ان ئي جاءِ

تي پراسرار نموني منصور وانگر قتل ٿي ويو. ايراني صوفي "ابنِ خفيف" جيڪو شيراز ۾ مشهور ۽ محترم هيو منصور جي قرباني تي تڙپي اٿيو ۽ مٿس عاشق ٿي پيو، ماڻهن کي چيائين ته: "مان مرد خدا کي ڏسان ٿو."

"ابراهيم فاتڪ" جيڪو جيل ۾ منصور سان گڏ قيد هيو. منصور جي حياتي جي آخري رات تائين هر گهڙي ۾ ٿيندڙ ڳالهه ٻولهه کان آگاهه هيو. هن منصور جون لکيتون ۽ زباني ڳالهيون "ابنِ حداد" تائين پهچائي ڇڏيون. ۽ پوءِ اهو سلسلو پري تائين پکڙجي ويو.

حڪومتي ذريعن جي منصور خلاف ڪيل مخالفت ۽ ڪفر جي فتويٰ سندس مقبوليت ۾ بدلجندي وئي. منصور جي دوستن ۽ نظرياتي ساٿين رياستي اقتدار جو بهادري سان مقابلو جاري رکيو ۽ منصور جي شخصيت ۽ فڪر جي زبردست حفاظت ڪئي. منصور جي فڪر کي خفيه نموني ڦهلايو ويو ۽ منصور جي شهادت کان پوءِ سندس بابت لکيا ويندڙ مقالا، علمي، ادبي ۽ مذهبي حلقن ۾ پهچائڻ سان منصور پنهنجي سرمدي ۽ لافاني وجود سان پوري ريت مٿي ابري آيو.

عالمن ۽ فقيهن سميت صوفين جي حلقن جون جاري ڪيل سندون، سيني به سيني اڳتي وڌنديون رهيون. دانشورن ۽ عالمن جو هڪ اهڙو گروهه پاڻمرادو ابري آيو جنهن منصوري فڪر جي تشريحن ۽ واڌاري ۾ گهڻو ڪم ڪيو ۽ "مسعود" نالي هڪ پرجوش اديب ۽ محققِ رياست جي سمورن اهل سنت وحديث تائين منصور جي فڪر ۽ شاعري جون تشريحون هٿو هٿ پهچايون.

شيراز جي مشهور صوفي "ابنِ خفيف" هڪ حلقو قائم

ڪيو ۽ حلاج جي شخصيت کي اڀارڻ لاءِ منصور جي مڃڻ وارن جي تنظيم ڪاري شروع ڪئي. جنهن سبب شيراز جا صوفي ڪليو ڪلايو منصور سان پنهنجي وابستگي جو اظهار ڪرڻ لڳا.

صوفي ادارن ۾ منصور کي مرشد طور تسليم ڪيو وڃڻ لڳو ۽ ڪوفي ۾ منصور جي حوالي سان طائوس، عجمي، زبيدي ۽ سنوسي حلقن ۾ منصور فڪر ۽ عمل جو محور بڻجي ويو. سڄي اسلامي دنيا ۾ جتي جتي به مسلمان مفڪر هئا، منصور جي شهادت انهن لاءِ هڪ فڪر انگيز موضوع هئي. مجازي ۽ حقيقي عشق، تحرير ۽ تقرير جو عنوان بڻجي ويو.

صوفياڻي فڪر تي عشق جو سوجهرو ڇانئجي ويو هيو ۽ مختلف قسم جي رخن سان مسلمان عالم ۽ دانشور، مدبر ۽ فنڪار سرگرم ٿي ويا.

عشق جي فلسفي جون نيون نيون معنائون ٿيڻ لڳيون ۽ منصور نسلن جي لاءِ عشق جي مفهوم جي علامت بڻجي ڌرتي جي گولي تي وڪري ويو. اسلامي دنيا کي سندس شهادت جهنجهوڙي ڇڏيو ۽ ديني فڪر ۽ فلسفي تي منصور جي شهادت/ فڪر جو وڏو اثر ٿيو.

منصور حلاج جو اهو مشن ته "سمورا انسان خداءِ واحد جي ربوبيت جي ڇانوَ ۾ حياتي گذارين ۽ اسلام پنهنجي حقانيت سان سمورن انسانن تي منڪشف/ظاهر ٿي وڃي"، سندس شهادت کان پوءِ عام ٿيندو ويو. اها ئي حقيقت هئي جنهن منصور حلاج جي شخصيت کي اونهاين تائين کولي اگهاڙو ڪري سيني اڳيان سندس سچائي آندي. ۽ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ اهو احساس وڌندو ويو ته بغداد تي بعد ۾ جيڪو قهر تاتارين جي صورت ۾ نازل ٿيو هيو. ان جو سبب عباسي خلافت جو اهو

گناھ ھيو جو انھن منصور جھڙي جليل القدر ۽ عظيم صوفي کي قتل ڪيو.

سڀ ڪان اول بصري جي عالمن، دانشورن، فقيھن ۽ ديني رھنمائن عباسي خلافت جي قائم ڪيل ڪورٽ، ڪوڙي ڪيس ۽ فيصلي کي سازش قرار ڏنو ۽ منصور جي ديني عظمت کي شاندار لفظن جي پيٽا ڏني.

جيتوڻيڪ عباسي حڪمرانن ۽ انھن جي حوارين عدالت جي فيصلي جي حق ۾ عالمن ۽ دانشورن جي حمايت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پرڪين زبردست ناڪامي پلئه پئي ۽ منصور جي جانفروشي، سرور ۽ مستي کي توحيد الاھي جو فيض قرار ڏنو ويو.

استغاثي جي نا اھلي ۽ شرعي ڪيس جي ڪمزور ھجڻ بابت مجيل عالمن ۽ صوفين ٺوس دليل مرتب ڪيا ۽ ان جا ڀرپور تجزيا ڪيا. صوفين جي ھڪ مجيل حلقي جي راء ۾ رياستي اقتدار جي پاران نامزد ڪيل قاضي ۽ قانوندان صوفياڻي حال جي باطني ادراڪ ڪرڻ کان قاصر ھيا.

بصري ۾ منصور جي حامين کي تقريبن سيني گروھن ۽ نظرياتي حلقن جي حمايت حاصل ھئي. راست باز عالمن ۽ صوفين، منصور جي شھادت تي جن راين جو اظھار ڪيو، اھي استادن کان شاگردن، تائين منتقل ٿيا ۽ يونيورسٽي جي درجي جي پروفيسرن، استادن ۽ شاگردن ان کي بغداد جي مشھور مدرسي "نظاميہ" ۾ عام ڪيو، جيڪو اعليٰ ادارو ھيو ۽ علمي حلقن ۾ مقبوليت رکندڙ ھيو. اتان جي عالمن کي قرآن ۽ حديث جي علم ۾ بغداد کان ٻاھر جي سمورن علمي مرڪزن جي رھنما جو درجو حاصل ھيو.

علمي ۽ ديني سطح تي منصور جي مقبوليت جي ان طوفان سبب رياستي اقتدار تي قابض گروهه ۾ ٽرٽلو مچي ويو ۽ منصور جي قتل ۾ ملوث ماڻهن مان ڪيترائي امڪاني بغاوت جي خوف کان بغداد ڇڏي ڀڄي ويا.

منصور جي فڪري ۽ نظرياتي مريد "ابراهيم فاتڪ" جي وسيلي هٿ آيل معلومات، تحريرن ۽ زباني ڪڇڻين کي ماهرن جي هڪ گروهه ڪاغذن تي اتاريو ۽ انهيءَ پاڪ دستاويز جون ڪاپيون منصور جي هڪ حامي پاران تيار ڪري ڦهلايون ويون.

وقت تيزي سان گذرندو ويو ڏهه، ويهه، ٽيهه، چاليهه، پنجاهه سال ۽ پوءِ سڄي ساري هڪ صدي گذري وئي.

منصور جي شهادت جا مقصد ۽ معيار وڏيڪ پڌرا ۽ چٽا ٿيندا ويا. جيتوڻيڪ سياسي سرشتي ۾ ڪا به تبديلي ڪو نه پيدا ٿي پر منصور هڪ مستقل مڪتبه فڪر (School of thought) بڻجي، زمان ۽ مڪان تي ڇانئجي ويو ۽ ڏيڍ سؤ سالن بعد هڪ اهڙو وقت به آيو جو خليفي "القائم" جي دور (۴۳۷ هجري) ۾ اقتدار ۾ ايندڙ هڪ سينئر وزير سرڪاري سطح تي منصور جي عظمت کي مڃڻ جو اعلان ڪيو.

اهو سينئر وزير "ابنِ المسلمه" هڪ ڏينهن گورنمينٽ هائوس کان جامع المنصور ڏانهن وڃي رهيو هيو ته پنهنجي حفاظتي دستي سان گڏ منصور جي شهادت واري جاءِ تي بيٺو، دعا گهريائين ۽ منصور کي شهيد ڪوٺيائين.

قرآني علم جي ڪجهه ماهر عالمن ۽ تفسير جي فن جي ماهرن به منصور جي فڪر مان روشني حاصل ڪئي. منصور جي صوفياڻي حال جي تخليقي تجربن تي ٻڌل قرآن جو هڪ تفسير بغداد جي مدرسي نظاميه جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو. اهو

تفسير نيشاپور جي مشهور مفسر "سلميٰ" جو لکيل هيو ۽ ان تفسير سان اسلامي دنيا جي مفڪرن اڳيان نيون راهون ۽ رستا کليا.

فقر ۽ درويشي جي دنيا ۾ تصوف وارن سمورن نڪتہ نظرن/ فڪري حلقن منصور جي مقام فِقر کي وصال الاهي قرار ڏنو ۽ زمين تي منصور جو خون ڪرڻ سان الله جو اسم نقش ٿيڻ کي منصور جي ڪرامت طور قبول ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ ٧٠٠ هجري تائين ڪيترن ئي صوفي استادن جا نالا ملن ٿا، جن ۾ ابنِ عربي، شازلي، نصرآبادي نيشاپوري، ابو سعيد ابوالخير، ابو طاهر سلفي، شهاب الدين طوسي، خواجہ عبدالله انصاري پير هرات، يوسف حنبلي ۽ حڪيم ثنائي جهڙا جليل القدر صوفي شامل آهن. اهو دور منصور جي ولايت جي ڪمال جي تصديق ۽ توثيق جو زمانو سمجهيو ويو آهي.

منصور جي باري ۾ صوفي استادن جا تجزيا هي آهن.

• حلاج جي خون سان ڌرتي تي ان لاءِ الله جو اسم لکجي ويو تہ جيئن ڌرتي پنهنجي گناهن کان پاڪ ٿي وڃي.

• حلاج جي ولايت کي سندس عظيم ترين قرباني سان انتهائي ڪمال ۽ مثانهون درجو حاصل ٿيو.

• سوريءَ تي منصور وانگر سر صدقو ڪرڻ جوان مردن/ بهادرن جي صفت آهي.

عرب سر زمين کان ايران، ترڪي ۽ برصغير سميت سڄي دنيا ۾ منصور جي مقبوليت جون سرحدون ڦهلجنديون ويون. منصور کي قتل ڪندڙ جابر قوتون تہ مٽجي ويون، پر منصور ابديت جي مٿانهين درجي تي پهچي ويو.

"منصور حلاج جي حياتي تي تحقيق/کوجنائون ڪندڙن جي

لکيتن ۾ ڪجهه اهڙا واقعا به ملن ٿا جيڪي افسانا يا هٿ ٺوڪيا ڏسڻ ۾ اچن ٿا پر پوءِ به انهن واقعن جي صداقت تي ڪيترائي ماڻهو يقين ڪن ٿا ۽ مختلف تاريخي حوالن مان انهن جي گواهي ڪٺي اچن ٿا."

"اهڙا سمورا واقعا لکڻ وارن پنهنجي پنهنجي مزاج ۽ سوچ مطابق لکيا آهن، انهن مٿان عقيدو ۽ جذبو غالب/حاوي آهي ۽ تحقيق، چند چاڻ ۽ ڳولها جا دروازا بند آهن."

"مون بر صغير ۾ موجود صوفياڻو ادب هڪ شاگرد جي حيثيت سان ڪيترائي سال پڙهيو آهي ۽ ان نتيجي تي پهتو آهيان ته ان جي وسيلي به منصور جي عظمت کي سندس حقيقي جدوجهد ۽ آدرش کان جدا ڪري پيش ڪيو ويو آهي."

"انهن لکيتن مان پڙهڻ وارن کي ڪڏهن به اها خبر پئجي نٿي سگهي ته منصور هڪ حجري نشين صوفي نه هيو ۽ نه وري گودڙي ويڙهي الله الله ڪندو هيو بلڪ منصور علم ۽ عمل جي تلوار سان ظلم، ڏاڍ، ناانصافي ۽ جهالت خلاف جهاد ڪندڙ هيو."

"هو هڪ مصلح هيو جنهن حقن کان محروم عوام کي پنهنجي فڪر سان وجود جو عرفان بخشيو، سڃاڻپ بخشي ته جيئن اهي پنهنجي انساني مقام کان آگاهه ٿي پنهنجا کسجي ويل حق حاصل ڪري سگهن. ڇا ڪاڻ ته اسلام ۾ ملوڪيت اچڻ سبب شخصي بادشاهن ۽ وسيع اڪثريت جي رت پيئندڙ نظام، فردن کي مڪمل طور تي حقن کان محروم ڪري ڇڏيو هيو."

منصور حلاج ته حقن کان محروم عوام کي سندن وجود جي اهميت جو پر لطف/مزيدار شعور بخشيو هيو ۽ سماجي انقلاب جي سرمدي صدا ٻڌائي هئي ان لاءِ آئون حلاج جي باري ۾

عقيدي ۽ جذبن جي غلاف ۾ ويڙهيل واقعن تي نظر وجهان ٿو تہ
مون کي ايئن ٿو محسوس ٿئي تہ چڻ تصوف جي حوالي سان
منصور جهڙن شخصن سان وڏي ڏاڍائي ٿي آهي.

ڪجهہ افسانا اهڙا بہ آهن. جيڪي عقل بجاء وجدان جي
حوالي سان پڙهڻ دوران اها حقيقت احساس جو حصو بڻجي ٿي.
جنهن کي مان فرانس جي جهوني محقق "ماسينيون" جي لفظن ۾
لکڻ لاء مجبور آهيان.

منهن جي راء ۾ "ماسينيون" ويهين صدي ۾ منصور کي
سندس حقيقي روپ ۾ دريافت ڪري سچي دنيا تي هڪ
خوبصورت احسان ڪيو آهي. منصور جي شخصيت جون حقيقتون
جيڪي اڄ افسانا بڻجي ويون آهن انهن جو ذڪر ڪندي
"ماسينيون" هڪ وڏو خوبصورت مڪالمو لکيو آهي:

"اهي ڳالهيون جيتوڻيڪ افسانو آهن پر ان جي باوجود
حقيقت، حقيقت آهي، جنهن کي ٻين افسانو بنائي ڇڏيو. ۽ اها
حقيقت هيءَ آهي تہ شهيد جو رت ٻج وانگر هوندو آهي جيڪو
ماڻهن جي دلين ۾ نسرندو آهي ۽ سدائين پنهن جو ثمر/ميوو ڏيندو
آهي. ان جو ميوو اهڙن جوانن جي تربيت ڪندو آهي جيڪي
سدائين جنگ واري حالت ۾ رهندا آهن تہ جيئن شهادت جي جام
مان سُرڪي پري سگهن."

"اها هڪ گهري سوچ واري ڳالهہ آهي، زندگي ۽ موت جي
سطحي/اچاتري تصور کان گهڻو ڏور ٻڌڻ ۾ اچڻ واري صدا آهي.
اها هڪ ابديت جي نشاني آهي ۽ ازلي حياتي جو قانون آهي. اها
دلين ۾ شهيد جي خون سان نسرندڙ سلي جي عملي گواهي آهي
تہ صداقت جي راهہ ۾ منصور جي شهادت سان هڪ ولولو
ڏياريندڙ سفر شروع ٿيو".

اڄ بہ دنيا ۾ سلسلہ حلاج سان واڳيل وحدت جا طالب موجود آهن. جيڪي پاڻ کي "حلاجي" سڏائيندا آهن ۽ خفيہ طور تي حلاج جي منشور جا پوئلڳ آهن. انهن جو عقيدو اهو آهي تہ جڏهن دجلي جي لهرن ۾ منصور حلاج جي خاڪ وڌي وئي ان وقت جنهن بہ عقيدت مند دجلي جي پاڻي جو هڪ ڍڪ پيتو ان جي دل توحيد جي نور سان روشن ٿي وئي. "حلاجي" ان عقيدي تي قائم آهن تہ حلاج جي رک دجلي ۾ وهائڻ کان پوءِ ڪجهہ ڪنوارين ڇوڪرين درياهہ جو پاڻي پيتو ۽ اهي مڙسن کان سواءِ ڳورهارين ٿي ويون، جن جي پيٽان ولايت جا صاحب (ولي) پيدا ٿيا.

ترڪ ۽ ڪرد ادب ۾ منصور کي قيامت ڏينهن ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارو تسليم ڪرڻ جو عقيدو پڻ فرانسيسي دانشور "ماسينيون" دريافت ڪيو هيو. ماسينيون "خواهہ حلاج" يا "قرہ قرغزہ" قبيلن جي پيدائش جي داستان جو بنياد ان واقعي کي قرار ڏنو آهي جنهن موجب ان قبيلي جي سردار جون چار ڌيئر هيون ۽ چار ئي صوفي خيالن جون هيون. انهن ڇوڪرين مان قبيلي جا پٽ پيدا ٿيا ۽ ذيلي قبيلا جڙيا.

حلاجي مسلڪ جي سلسلي ۾ "بخارا" جي شاعر "نسيمي"، بنگال جي "سيتاپير" ۽ جاوا (انڊونيشيا) ۾ "سيتي جنار" جي جنم جون ڪهاڻيون بہ انهن داستانن وانگر آهن تہ جن عورتن جي پيٽان اهي ولي پيدا ٿيا، انهن صوفياڻو آبِ توحيد پيتو ۽ مڙسن کان سواءِ ڳورهاريون ٿيون ۽ سندن پيٽان صوفياڻي مسلڪ جا ٻار پيدا ٿيا ۽ منصوري نعرا هنيائون.

بخارا جي شاعر "نسيمي" منصور حلاج جي مقامِ ولايت ۽ اندازِ شهادت تي ٻي ڍبي انداز ۾ پنهنجي عقيدت جو اظهار

ڪيو. جنهن سبب ٨٢٩ هجري ۾ سندس خلاف طوفان ڪڙو ٿي ويو. مٿس ڪفر ۽ الحاد جو الزام هڻي ڪيس حلب ۾ قتل ڪيو ويو ۽ سندس کل لاٿي وئي.

ترڪي جي "بڪتاشيہ" سلسلي جا صوفي بہ منصور حلاج جي فڪر ۽ فلسفي جا زبردست پوئلڳ هئا، عثماني سلطنت جي فوج ۾ شامل "يني چري" سپاهين جي هڪ وڏي اڪثريت منصور سان بيپناهہ عقيدت ۽ محبت رکندي هئي.

"بڪتاشيہ" سلسلي جا صوفي استاد، پنهنجي شاگردن کي منصور جي سوريءَ تي چڙهڻ وارن معاملن جي باقاعده تربيت ڏيندا هئا ۽ بيعت وقت اها رسم عام هئي تہ "بڪتاشيہ" جا درويش مريد ٿيڻ وقت پنهنجي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ٻڪرين وانگر هلندا مرشد وٽ ايندا هئا. کين اها هدايت ڪئي ويندي هئي تہ اهي مريد ٿيڻ لاءِ قرباني جي ٻڪر وانگر ڳچي ۾ رسو وجهي چئني هٿن پيرن تي هلندا اچو ۽ مرشد وٽ اچي وڏي آواز ۾ چئو:

"مان ان لاءِ آيو آهيان تہ منصور وانگر سوريءَ تي چڙهان ۽ قربان ٿي وڃان."

ترڪي ادب تي منصور حلاج جي فڪر جو گهرو اثر آهي. ٩٥٨ هجري ۾ صوفي شاعر "لامعي"، منصور حلاج تي هڪ قصيدو لکيو ۽ عثماني بادشاهت جي سربراهہ سليمان کي پيش ڪيو، جنهن ۾ منصور جي سوريءَ تي چڙهڻ جي واقعي کي اوندي ڪيل گلاب سان تشبيهہ ڏني وئي. "اناتول" ۾ "مولويہ فرقي" جا پوئلڳ نچڻ وقت جيڪا ڌن وڄائيندا آهن ان جو نالو ئي منصوري ڌن آهي.

هرات جو آخري تيموري سلطان "حسين بايقرا" جيڪو ٩١١ هجري ۾ شيخ "عطار" جي عقيدتمند ٿي ويو. ان جي دور ۾

مشهور نقاش "بهزادي مروي" منصور جي قتل جو داستان تصويرن ۾ نقش ڪيو.

بنگال ۾ سلطان حسين شاه، منصور سان محبت جي نشي ۾ شاعر "سرمد ڪاشاني" ڪي حلقہ منصور "سيتا پير" قائم ڪرڻ جي سرڪاري طور تي اجازت ڏني ۽ سندس سرپرستي ڪئي "سرمد ڪاشاني" اورنگ زيب جي زماني ۾ منصور وانگر شهيد ڪيو ويو.

شهادتن جو اهو سلسلو ڪڏهن به بند نہ ٿيو. اسلام جي سني ۽ شيعن ۾ اهڙا گروهہ هر دور ۾ موجود رهيا آهن. جن منصور ڪي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو آهي ۽ حلاج جي ولي ۽ بزرگ هجڻ جا معترف رهيا آهن هر دور ۾ ڪامل صوفين، فقيهن، محدثن ۽ مفسرن منصور حلاج جي بزرگي جي گواهي ڏني آهي.

ايشيا ۽ يورپ ۾ علمي سطح تي منصور حلاج ڪي قرباني ۽ جدوجهد جي علامت طور ڏٺو ويو آهي. انهن ملڪن ۾ اهڙا بہ ماڻهو موجود آهن جيڪي دعائن ۽ تعويذن ۾ منصور جي نالي ڪي قبوليت جو وسيلو سمجهن ٿا.

منصور جي ابدي حياتي ناقابلِ ترديد آهي ڏيئي مان ڏيئو روشن ٿيندو رهيو آهي ۽ ٿيندو رهندو.

مستقبل ۾ جڏهن بہ:

- حقيقت ڪان اکيون پوريون ويندئون،
- جهالت جي اونداهي ڦهلائي ويندي.
- عالم علم جو سودو ڪندا ۽ انسان راهن تان ڀٽڪي ويندا.
- انصاف ملڻ ۾ دير ٿيندي، فرد جي عزت ۽ حقن ڪي

چيپاڻيو ويندو.

- دولت ۽ اقتدار، انصاف جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻيا.
- عوام جي حاڪميت بجاءِ فردِ واحد جي حاڪميت جو

ڪلمو پڙهيو ويندو ته ان وقت جهالت خلاف ۽ علم جي حق ۾، ظلم خلاف ۽ برابري جي حق ۾ قربانيون ڏيندڙن کي ڏسي رڳو ۽ رڳو منصور ياد ايندو ۽ سندس ڳايل شهادت جو گيت مئل دلين کي نئين زندگي عطا ڪندو.

## پورو ٿيو

# ضميمو

★ **حنبلي اهلسنت:** امام احمد حنبل رح جيڪو اسلامي فقہ جي چئن مڪتبہ فڪرن مان هڪ جو باني آهي، ان جي پوئلڳن کي عباسي خلافت جي دور ۾ "حنبلي اهل سنت" جو نالو ڏنو ويو. سندن طاقت سن 323 هجري ڌاري، خليفي مقتدر جي دور ۾ اينتري تہ وڌي وئي هئي. جو انهن حڪومت جي ڪمزورين جو فائدو وٺندي عوامي احتساب ڪرڻ جو ڪم پنهنجي هٿن ۾ وٺي ڇڏيو. اهي پنهنجي مڪتبہ فڪر جي خلاف يا ان سان نہ ٺهڪندڙ هر شيءِ کي زبردستي تباهہ ڪرڻ لڳا. ڪتابن جي دوڪانن تان سائنس ۽ فلسفي جا ڪتاب ڪٺي ساڙڻ، علمي بحث مباحثن کي روڪڻ / ڦٽائڻ، مدرسن ۾ فلسفي ۽ سائنس جي تعليم کي زبردستي روڪڻ سان گڏ ماڻهن جي گهرن ۾ گهڙي ڪانئن سندن عقيدا پڇندا هئا. جيڪڏهن ڪين ڪنهن ماڻهو متان شافعي يا حنفي فقهہ کي مڃڻ جو شڪ پوندو هئو تہ ڪيس مارڪٽ ڪندا هئا، جنهن سبب ڪيترائي شافعي فقهہ جا مڃيندڙ سندن تشدد ۾ مارجي ويا. ان ڪري رياست کي سندن خلاف ڪارروائي ڪرڻي پئي ۽ عام ميل جول جي جڳهن تي ٻن حنبلين کي گڏجڻ يا گڏجي گهمڻ تي پابندي وڌي وئي. پوءِ بہ اهي پنهنجي ڪارروايون کان نہ مڙيا تہ ڪين گرفتار ڪري سخت سزائون ڏنيون ويون جنهن ڪان پوءِ سندن زرو ٽٽو.

★ **قرامطہ:** "حمدان قرمط" نالي ڪوفي ويجهو نهرين جو رهاڪو هيو، جنهن امام منتظر جي دعوت ڏني ۽ ڪيترائي ماڻهو

سندس پوئلڳ ٿيا. سندس هڪ مريد جنهن جو نالو "ڪرمينہ" هيو، ان سندس وفات کان پوءِ "قرمط" نالو اختيار ڪري هڪ نئين مسلڪ جو بنياد وڌو. جنهن موجب چار رڪعتون نماز فرض ڪيائين. ٻہ سج اڀرڻ کان اڳ ۾، ٻہ رڪعتون سج لهڻ اڳ ۾، هر نماز لاءِ اذان ضروري قرار ڏنائين جنهن ۾ رسول ڪريم صلعم جي نبوت سان گڏ، حضرت آدم، حضرت نوح، حضرت ابراهيم، حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ ۽ احمد بن محمد بن حنفيہ (محمد بن حنفيہ حضرت علي رضہ جو اهو فرزند آهي جيڪو ڪين حنفيہ نالي گهر واري مان پيدا ٿيو هئو، جنهن جي لاءِ ڪجهہ عالمن جو چوڻ آهي تہ اها سنڌياڻي هئي) جي نبوت جي شاهدي بہ هوندي هئي. قرامطہ جي نمازن ۾ قرآن شريف بجاءِ "استفتاح" جي تلاوت ڪئي ويندي هئي جيڪو سندن خيال ۾ احمد بن محمد بن حنفيہ تي نال ٿيو هئو. هنن ڪعبة الله جي بجاءِ بيت المقدس کي قبلو قرار ڏنو. جمعو ۽ آچر بہ ڏينهن ڪم ڪرڻ جي منع ڪئي وئي. رمضان جي روزن جي بدران مهرجان ۽ نوروز (ايراني ڏڻ) جي ڏينهن تي سال ۾ ٻہ روزا فرض ڪيا ويا. "نبيذ" (ڪجي جو شراب) حرام ۽ عام شراب حلال ڪيو ويو. جنسي عمل کان پوءِ غسل بجاءِ وضو ڪرڻ کي ڪافي قرار ڏنو ويو. اڳتي هلي بحرين سندن وڏو مرڪز بڻجي ويو. هنن 311 هجري ۾ "ابو طاهر قرمطي" جي اڳواڻي ۾ بصري تي حملو ڪيو. اتان جي حاڪم کي قتل ڪري 17 ڏينهن تائين شهر کي ڦريندا رهيا. 312 هجري ۾ ڪوفي تي حملو ڪري ڇهن ڏينهن تائين ڦرلٽ ڪيائون. ساڳئي سال حاجين جي هڪ قافلي تي حملو ڪري، ڪين ريگستان ۾ اڪيلو ۽ بکيو مرڻ لاءِ ڇڏي ويا. 315 هجري ۾ خليفي مقتدر، يوسف بن ابي الساج کي چاليهہ هزار سپاهين سان موڪليو پر اهو بہ سندن مقابلي ۾ هارائي ويو. 317 هجري ۾ حج جي ڏينهن ۾ مڪي مڪرم تي حملو ڪيائون، ڪعبة الله جي دروازي کي پٽي، ڪعبي جو غلاف ڦاڙي، حاجين جو قتلام ڪري سڄي شهر

۾ ڦرلٽ ڪيائون. جنهن ڪان پوءِ "حجر اسود" کي پٽي بحرين کڻي ويا. "قرامطہ" جيئن تہ شيعن جو هڪ فرقو هئو جيڪي پاڻ کي اهلبيت جو داعي سمجهندا هئا. پر ان واقعي کان پوءِ مصر جي فاطمي حاڪم "عبيدالله المهدي فاطمي" ڪاوڙ مان "ابوطاهر" کي خط لکيو تہ "اسان شيعن تي ڪفر ۽ الحاد جو جيڪو الزام لڳندو رهيو آهي اهو توهان پنهنجي عمل سان ثابت ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن توهان حاجين ۽ مڪي جي رهاڪن جو ڦريل مال واپس نہ ڪندؤ حجر اسود کي پنهنجي جاءِ تي واپس نصب نہ ڪندو تہ منهنجو دنيا ۽ آخرت توهان سان ڪو بہ واسطو نہ هوندو" حجر اسود ڪجھ ڪجھ عرصي کان پوءِ واپس ٿيو ۽ پندرنهن سالن جي خونريز جنگين کان پوءِ قرامطہ جو خاتمو آيو.

★ **معتزلہ فرقو:** اعتزال جي تحريڪ يعين متعزلہ فرقو ٻي صدي هجري کان شروع ٿيو. جنهن جو باني "واصل بن عطا" هيو. "واصل بن عطا"، امام جعفر صادق جو شاگرد هيو جيڪو بعد ۾ حضرت حسن بصري جي درس ۾ شريڪ ٿيو، پر هڪ اختلافي مسئلي سبب ان حلقي کان جدا ٿي ويو جنهن سبب سندس پوئلڳن کي معتزلہ چيو ويو. معتزلہ هڪ عقليت پسند نڪتہ نظر هيو. سندن خيال ۾ "انسان نيڪي ۽ بدي کي اختيار ڪرڻ ۾ آزاد آهي. انساني اک خدا کي نٿي ڏسي سگهي. خدا جون صفتون، سندس ذات کان جدا نہ آهن. سندن آهو خيال هيو تہ انساني عملن سان لاڳاپيل قانون ماحول جي تبديلن سان گڏ بدلجندا رهندا آهن."

معتزلہ فرقي دين ۽ دليل يعني مذهب ۽ فلسفي ۾ مطابقت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. معتزلہ، قرآن شريف کي مخلوق سمجهندا هئا. ان سلسلي ۾ هو اهو منطقي دليل ڏيندا هئا تہ "خالق رڳو خدا آهي ۽ جيڪڏهن قرآن خالق نہ آهي تہ پوءِ مخلوق ئي هوندو."

قرآن شريف کي چولي پهرائڻ جو رواج بہ ان دور ۾ شروع ٿيو. خليفي مامون الرشيد سندن نڪتہ نظر کي قبول ڪري ورتو هيو ۽ سندس دور ۾ معتزلہ سرڪاري مذهب جي صورت اختيار ڪري ورتي هئي. جڏهن تہ فقہ حنبلي جي باني امام حنبل رحہ معتزلہ فرقي جي نڪتہ نظر جي سخت مخالفت ۽ مزاحمت ڪئي هئي باقي بغداد جي اڪثر عالمن مالي فائدا ورتا ۽ خاموش رهيا.

★ **زيديہ زنج جي بغاوت:** "علي بن عبدالرحيم" نالي "بنو عبد قيس" جو هڪ فرد جيڪو عباسي خليفي منتصر جي درٻارين ۾ شامل هيو، اٽڪل 252 هجري ڌاري بحرين ويو. جتي پاڻ کي علوي (علي جي اولاد) مشهور ڪري علي بن محمد ابن احمد بن عيسيٰ بن زيد بن علي بن ابو طالب سڏرايائين ۽ عباسي خلافت کي غاصب قرار ڏئي خروج (بغاوت) ڪيائين.

اهو از ڪان وٺي بصري تائين سڄو علائقو سندس قبضي هيٺ اچي ويو. سندس بغاوت بنيادي طور تي غلاميءَ خلاف بغاوت هئي ۽ سندس بنيادي نعرو اهو هيو تہ "اسلام ۾ غلاميءَ جو ڪو بہ تصور نہ آهي ان ڪري جيڪو بہ غلام پنهنجي آقا کي ڇڏي اسان سان شامل ٿيندو آزاد تصور ڪيو ويندو ۽ اسان ڪنهن کي بہ غلام نہ بڻائينداسين." جيئن تہ ان دؤر ۾ گهڻي ياڱي حبشي غلام هوندا هئا، جن کي زنجي (زنگي) سڏبو هئو، ان حوالي سان علي بن عبدالرحيم کي "صاحب زنج" جي بغاوت کي "زيديہ زنج" جي پڻ سڏيو ويندو آهي. کيس خليفي محتمد جي دور ۾ 270 هجري ۾ قتل ڪيو ويو، ساڻس گڏ اٽڪل 22 هزار غلام پڻ قتل ڪيا ويا. جڏهن تہ سندس بغاوت جي سڄي دور ۾ لکين ماڻهو قتل ٿي ويا.

(سنڌيڪار)

## پاڪستان ساپيان نہ ٿي سگهندڙ هڪ خواب

روئيداد خان/رسراج ڪلهوڙو

پاڪستان جي اعليٰ ترين حڪومتي حلقن ۾ ڇا ٿو وهي واپري؟
پاڪستان جي حڪومت ڪيئن هلائي پئي وڃي؟
پاڪستان ۾ حڪومتي بحران ڪيئن آيا؟
اعلي ترين سطح تي نوڪري ڪندڙ بيوروڪريٽ "روئيداد خان جون ڇرڪائيندڙ يادگيريون.
جيڪي متانهين سطح تي ايندڙ تبديلين بابت ٻڌائين ٿيون.

---

## در در جا مسافر (اينترا پالاجي/سوشالاجي)

عبدالقادر جوڻيجو

انوکو ليکڪ عبدالقادر جوڻيجو،
پنهنجي انوکي انداز ۾ لکي ٿو،
ڪجهہ انوکا ڪردار،
ليڪڪن، ڏراڙن ۽ ڏورن بابت عبدالقادر جوڻيجي جو نئون ڪتاب جنهن ۾ برصغير ۽ عالمي ادب جي شخصيتن بابت ۽ سنڌي ڏرتي جي ماڻهن، ڏورن ۽ ماڳن جو احوال سندس تکي ۽ انوکي انداز ۾ ڀرپور جاڻ موجود آهي.

# منصور حلاج: هڪ باغي هڪ انقلابي

يونس اديب/ خالد چانڊيو

ڇا منصور حلاج اناالحق سبب سوري تي چاڙهيو ويو؟
تاريخ جي وساريل ورقن مان منصور حلاج جي حياتي جو احوال ۽ سندس جدوجهد جو بيان!!
منصور حلاج جيڪو صدين کان شاعرن جي شاعري جو طاقتور موضوع رهيو آهي.
منصور حلاج تي سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ مستند دستاويز، جيڪو سندس حياتي، جدوجهد ۽ شهادت جا راز ڀڃار ڪري ٿو.
منصور حلاج پنهنجي دور جو هڪ باغي، سياسي قيدي، انقلابي صوفي ۽ فيلسوف

---

# حديثن جو تحقيقاتي ۽ تنقيدي جائزو

سنڌيڪار: عبدالله شجاع سنڌي

مشهور اسلامي مفڪرن جي قلم سان،
حديث ڇا آهي؟
سنت ڇا آهي؟
درست ۽ ضعيف حديثن بابت حقيقتون، اسلام جو حقيقي سائنسي نڪتہ نظر ۽ حديثن جو جامع تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو.

## اڻ ڇاول ٻار ڏانهن خط

اوريانا فلاشي/ فياض لطيف

مشهور صحافڻ اوريانا فلاشي
جو ناول،
جنهن ۾،
هڪ ماءُ جو ڏک،
ڳوڙهاري ڪيفيت جو اظهار،
ماءُ جي پيٽ ۾ سرجڻ،
جمڻ ۽ پوءِ سنت ٿي مري ويل ٻار بابت هڪ
عورت جي اندر جا احساس

---

## صحرا جا سڏڀات

فاطمه ڀٽو

شهيد جي ڌيءُ جي شاعري
ڇا اهي سُڏڀات اوهان ٻه ٻڌڻ چاهيو ٿا؟
ڇا صحرا سڏڀاٽ ٻه ڪندي آهي؟
ريگستان ۽ صحرا هڪ ئي شئي جا نالا آهن!

پر انهن جون صدائون ۽ سڏڀاٽ ڪيئن آهن. اهو سڀ ڪجهه شاعري جي صورت ۾ شاعري لطيف جذبن ۽ احساسن جو اظهار جيڪو اوهان کي شهيد مير مرتضيٰ ڀٽو جي نياڻي فاطمه ڀٽو جي لفظن ۾ ملندو.

## ڪامياب زندگيءَ جو راز

وحيدالدين/ ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق

زندگي گذارڻ جي طريقيڪار تي فلسفياڻي انداز ۾
لکيل هڪ دستاويز جيڪو اسان کي زندگي جا
رنگ ۽ ڍنگ سيکاري ٿو. اچو ته ڪامياب
زندگي گذارڻ جا راز معلوم ڪريون.

---

## مون ۾ آهين تون

امام غزالي/ ايوب گاد

مشهور اسلامي فلاسافر امام غزالي جي ڪتاب ڪيمياء
سعادت جو ترجمو
جنهن ۾ مذهب، تصوف ۽ فلسفي بابت بنيادي معلومات
سميت انسان جي سٺين خراب خصلتن جو ذڪر.
جنهن جي پڙهڻ سان انسان خدا کي ويجهو ٿي سگهي ٿو.

# محبت ئي خدا آهي

رجنيش اوشو / سڪندر عباسي

محبت ۽ خدا جي موضوع تي ويهين صدي جي مشهور فلاسافر ڀڳوان رجنيش جي هڪ لازوال تحرير، ڀڳوان رجنيش جيڪو اوشو جي نالي سان پڻ سڃاتو وڃي ٿو. پنهن جي هن ڪتاب ۾ محبت ۽ خدا وچ ۾ لاڳاپي تي بحث ڪري ٿو. لڪين نوجوانن کي متاثر ڪندڙ سندس هي تحرير سنڌي ٻولي ۾ سنڌ جي هر سني ڪتاب گهر تي موجود آهي.

---

# خدا، زندگي، محبت ۽ موت

رجنيش اوشو/ فياض لطيف

- ڇا خدا محبت جو ٻيو نانءُ آهي؟
- ڇا زندگي ۽ موت جي وچ ۾ ڪو ٻہ فاصلو ڪونهي؟
- ڇا محبت ئي خدا جو سڀ کان وڏو مظهر آهي؟
- ڇا موت ئي سڀ ڪجهہ آهي؟

انهن سمورن سوالن جا جواب ويهين صدي جي عظيم دانشور/فلاسافر رجنيش اوشو جي ڪتاب خدا، زندگي، محبت ۽ موت ۾ موجود آهن.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ جاڻـو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪـي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ جاڻو تہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، ٻَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِـڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتـي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪـتـابن ڪـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)